# ٻه اکر......

"سنڌي قومي ڪتابي سلسلو"

شروع ڪرڻ جو مقصد، سنڌي ماڻهن کي، متا
ٿيندڙ ظلمت ۽ ڌارئي سامراج جي سازشن خلاف
قومي شعور ڏيڻ آهي.

ان لاءِ عبدالواحد آريسر جي تقريرن جو هي مجموعو
پهريون سبق آهي، جيڪو اداري پاران عام پڙهندڙن
توڙي قومي ۽ سياسي ڪارڪنن جي گهرج آهر ڇپايو پيو وڃي.

ادارو -

# مهاڳ

انساني تاريخ ۾ جيئن ئي روشني آئي آهي، اهي وقت کان تاريخ جي واضح روشنيءَ ۾ اسان ڏٺو آهي، ته ايشيا ۽ يورپ جي هر قوم، هر فاتح جرنيل سنڌي قوم جي وجود کي مٽائڻ ۽ ميسارڻ لاءِ ويهن ئي ننهن جو زور پئي لاتو آهي. جيڪڏهن سنڌ جي پوري سرزمين کوٽائي ڪجي ته ان جي هر ٽڪري ۾ ڪو نه ڪو موهن جو دڙو دفن ٿيل هوندو ۽ زمين جي هر گرانٺ جي هيٺان ڌارين جي هٿان، ڪٺل ڪنهن محب وطن سنڌيءَ جو غيرت مند لاش پوريل هوندو.

سنڌ جي ڌرتي جو اهڙو ذرو به نه هوندو، جنهن کي فاتحن جي گهوڙن نه لتاڙيو هجي ۽ جتي مظلوم سنڌين جو رت نه وهيو هجي.

تاريخ جي انهيءَ پوري جنگاهه، پوري لتاڙ، پوري پيچ تاب ۽ پوري قتلام، سنڌ جي تاريخ جي پيرن ۾ ڏاوڻ وجهي، ان جي ارتقائي رفتار کي روڪي ڇڏيو ۽ سنڌ جي ثقافت جي فطري اوسر کي جامد ۽ غير متحرڪ بڻائي وڌو. ان جي باوجود سنڌ جي بهادر عوام پنهنجي قومي وجود کي برقرار رکيو آهي ۽ وڏي جاکوڙ، جدوجهد ۽ جانفشاني سان سنڌي قوم جو وجود ۽ ان جي جامد ثقافت کي پنهنجي انفراديت سان گڏ اڄ جي باشعور نئين نسل تائين پهچايو آهي.

سنڌ جو اهو قديم ورثو، اسان، تائين، سنڌ جي باشعور نوجوان تائين ۽ ويهين صديءَ جي تقاضائن جو آواز ۽ للڪار پڌائيندڙ نئين نسل تائين، جنهن حالت ۽ صورت ۾ پهتو آهي سا انتهائي ڏکي، سنجيده ۽ پيچيده، ٽڪرائن جو شڪار، چوطرف هوڏار قوتن، ملڪن ۽ نظرين جي يلغار ۽ گهيري هيٺ آيل

آهي. نظريه ارتقا مطابق، هيءَ ته اهڙن گهڻن هئي، ته سنڌي قوم جي فرزندن کي هر صبح، ڪائي پراسرار قوت، ملڪ ڏانهن پرواز ڪرائي ها. هر نئون ڏينهن پهرو هن جي ذهن، ۽ جسم ۾ نيون اميدون، انوکيون امنگون ۽ بالاتر ارادا ۽ زندگيءَ سان پيار سيکاري ها ۽ هر هيرانجهڙي شام سنڌن دلين ۾ لطف ۽ محبت جا پيالا پيري اوتي ها. ليڪن جنهن نظام تحت سنڌ جو عوام صدين کان زندگي گذاريندو آيو آهي ۽ جيڪو غلاميءَ وارو سرشتو سنڌ جي عوام کي هر دور ۾ نصيب ٿيندو رهيو آهي، تنهن فطرت جي ارتقائي چشمي جا نيسارا هن سرزمين تي خشڪ ڪري ڇڏيا آهن، ۽ هر نئون صبح اسان کي بلنديءَ ڏانهن نه بجاءِ، پستيءَ جي اونهاهه ۾ اڇلائي رهيو آهي. گذريل هڪ سؤ سال هن ڪائنات جي ترقيءَ جو لازوال سرمايو آهن. تن ۾ اسان هميشه وانگر غلامي، ذلت ۽ پستيءَ جي کڏ ڏڪندا رهيا آهيون.

نتيجي طور انسانيت جي مطمئن، شاندار، مسرت ۽ پرڇاري جا گيت ڳائيندا قافلي کان هزارين سال پوئتي رهجي ويا آهيون. هاڻي پوري انساني برادريءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سنڌي عوام کي هن نظام مان ڇوٽڪاري کان پوءِ هلڻو ته، پر ڊوڙڻو پوندو. صدين جو فاصلو سالن ۾، ۽ سالن جو وڇوٽيون هفتن ۾ پورو ڪرڻو پوندو. هيئنر صورتحال اهڙي آهي، جو جيڪڏهن سنڌي قوم ڊوڙڻ به چاهي ته ڊوڙي نه ٿي سگهي، ڇو ته سنڌس پيرن ۾ ٻيڙيون پيل آهن، ۽ سنڌس پير ڪنهن حڪم کان سواءِ حرڪت به ڪري نه ٿا سگهن. هن وقت سنڌس حالت انهيءَ مجرم وانگر آهي، جنهن جو هڪ رستو جيل ۽ ٻيو ڦاسي گهاٽ ڏانهن هجي، ۽ ٻيا سڀ رستا ۽ راهون مٿس بند هجن.

صدين کان جيڪو ظالمانه ۽ غاصبانه نظام، هن قوم ۽ ملڪ تي مسلط ٿيندو رهيو آهي، جيڪا ڦرلٽ جي گرم بازاري

رهي، جهڙي ريت هتي جي هر انسان جي احساس ۽ تمنائن کي
ڪچلڻ جي مشين، سپاهين جي تلوارن، ڪوتوالن جي ڏنڊن،
جلادن جي ڇرين، وڏيرن، سردارن ۽ رئيسن جي حڪمن ۽ مفتين
جي فتوائن بازين ڪچليو ڇڏيو ۽ هيسايو آهي، ۽ جهڙي طرح
مال ۽ دولت جي بکين جون هتي حرفتون، اٽڪلون، چالاڪيون
۽ چالبازيون، پنهنجا جلوا ۽ جوهر ڏيکاريندڙيون رهيون آهن، تن
سڀني گڏجي بيشمار ذهني ۽ دماغي بيماريون پيدا ڪري ڇڏيون
آهن. خرابيون آهن ته شمار کان ٻاهر، اختلاف آهن ته ملڪ جي
پڪي وانگر ڪتيل، جهيڙا ۽ جهڳڙا آهن ته انت بحر دي ڪل
نه ڪائي. وري چاره گر، معالج، حڪيم ۽ بزرگ ڏاهن جو ته
ڪاٿو ئي ڪونهي، هر هڪ جي حالت اها جو "واڻيون وهه، تيون
ڪوهه چاڙهن ڪيهي وڃا" هن قوم جي بدقسمتي اها آهي، ته
صديون گذري ويون، ڪيتي جڳ جاڙ ڪري ويا ۽ ماحول ڪيترا
ڦيرا ڪڍا، دنيا ۾ انقلاب ۽ رد انقلاب جا چڪر هلندا رهيا، پر
هيءَ قوم آزاديءَ جو صحيح لطف ماڻي ته ٺيو پنهنجي ماڳ، پر
آزاديءَ جي لفظ جي لذت چکڻ کان به محروم رهي آهي، ڪيس
هر دور ۾ وڃندي اڄ تائين آزاديءَ جي نالي ۽ نعري کان
مختلف طريقن، بهانن، حيلن حوالن سان روڪيو ويو آهي. نتيجي
۾ هن قوم جي ماڻهن کي شايد ئي انهيءَ تاثير ۽ اثر جي خبر
هجي، جيڪو آزاديءَ جو جهنڪلي ڪل پنهنجي اندر رکي ٿو.
جڏهن هن قوم کي هيءَ خبر پئي ته آزادي جو لفظ اچاريندي،
وطن پرست، موت جي منهن ۾ اهڙين شوق سان هليو ويندو آهي،
جيئن ڪوئي ازل جو اڇايل روح مهنديءَ جي خوشبوءِ ڏانهن
هليو ويندو آهي. جڏهن هن قوم تصور جي ڪنن سان ڪنهن
مجاهد آزاديءَ جي اڌ وڍيل نڙيءَ مان "آزادي" آ اعلان اهان
جڙ جي مسحور ڪن موسيقي ٻڌي، ۽ جڏهن هن سر زمين جي
فرزندن کي معلوم ٿيو، ته ويٽنام جي جهنگلن، بنگال ديش جي

ويندين ۽ آفريڪا جي صحرائن ۾ موت جو ورشتو، انهيءَ لفظ ۾
جذبي جي قوت کان پڇي وٺو ۽ دنيا جي اڪيلن آزاديءَ جي
لفظ جي گرمائش مان موت جي فرشتي جا پر جلندا ڏٺا آهن.
وطن پرستي جي آزاديءَ جي نعري مان تقدير جا ڪتبل ڪلمه
ڇهاڪي مان ٽٽي پيا آهن. آزاديءَ جي صدا ۾ ڪرڙ نه هوندو
آهي، غريب جي گجگوڙ نه هوندي آهي ۽ ضمير جي ملامت
نه ٿيندي آهي، تنهن ڪري اها پوري ڪائنات جي سچائين جي
صدا بنجي ڪنهن ازل ۽ ابد جي لافاني نغمي جي تخليق جو
سبب بنجي پوي ٿي.

جڏهن سنڌي قوم ۾ آزاديءَ جي اڪر جي اهميت، پنهنجي
پوري پس منظر سان جاءِ وٺندي، انهيءَ وقت هو دنيا جي قومن ۾
پنهنجي مرتبي ۽ درجي تي سوچڻ شروع ڪندي، شايد هي
ننڍڙي حقيقت پوري ريت سندس ذهن ۾ ويهي وڃي، ته هيءَ
صدي اهڙي آهي، جنهن ۾ آزادي ۽ حريت جي هوائن، غلاميءَ
جا زنجير ٽوڙي ڇڏيا آهن، ڳٽ ڳاري رکيا آهن، ۽ قيدن جا
ڪوٽ جهوري ۽ پوري ڇڏيا آهن. هن صديءَ نه صرف ايشيا جي
مظلومن ۽ محڪومن کي غير ملڪي غلاميءَ مان ڇوٽڪارو
ڏيارو آهي، پر آفريڪا، لاطيني آمريڪا ۽ اوڀر يورپ ۾ سامراج
۽ سرمايه داريءَ جي ديو جو پوري ريت گهيرو ڪري، اهڙو ته
سوڙهو گهٽيو آهي، جو سندس فرار ۽ بچاءَ جو ڪوبه رستو ۽
راهه نه بچي آهي. اڄ آزاد قومن جي گڏيل اداري ۾ اهڙو به
جهنڊو آهي، جنهن کي پنجن لک انسانن جي نمائندگي جو اعزاز
آهي، ته اهڙو به سرخ پرچم آهي، جنهن کي ۷۵ ڪروڙ فولادي
انسانن جي نمائندگيءَ جو شرف حاصل آهي. اهڙو به ترنگو آهي
جنهنجي پليان اهنسا، عدم تشدد ۽ سول نافرماني ذريعي آزادي
جي امنگ ڪارفرما آهي، ته اهڙو به جهنڊو آهي، جنهن کي خونريز
۽ مسلح انقلابن مان اندلٽ جو رنگ ۽ روپ ورتو، انهيءَ اداري

۽ پڻ اهو آهي، اهڙي دور ۾ انهيءَ صدي ۾ هلندڙ واقعن ۽
تحريڪن جي هوائن کان سنڌ پنهنجو پاڻ الڳ رکي، ته اها هن
سرزمين جي فرزندن جي وڏي بدنصيبي ٿيندي.

هيءُ وقت آهي جو سنڌ جو عوام پنهنجي قسمت جو
نئين سري کان جائزو وٺي، نون لاڙن ۽ رجحانن مان اڳتي وڌڻ
لاءِ مواد ميڙي ۽ گذريل معاهدن تي نظرثاني ڪري. اهڙا معاهدا
جيڪي قومن کان سندن جدا وجود جو حق کسي وٺن، تن جي
دائمي حيثيت کان انڪار ڪرڻ گهرجي. معاهدا ٻه طرفي مفاد
۽ هڪ ٻئي جي وجود جي بقا ۽ احترام تي مبني هوندا آهن،
جڏهن به ڪيل معاهدا صرف هڪ ڌر جي مفاد جي نگراني ۽
نگهباني جا وسيلا ۽ ذريعا بڻجي وڃن، ته پوءِ اهڙن معاهدن جو
باقي رهڻ انسانيت لاءِ نقصانڪار ۽ انصاف جي ڳل تي چماٽ
جو مثل هوندو آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ اهڙا به معاهدا ٿيا آهن
جن سنڌ کي تقسيم ڪيو، اهڙا به عهدناما ٿيا آهن، جن سنڌ
جي دولت ايران ۽ قنڌار پهچائي، اهڙا به اقرارناما آهن، جن
غلام شاهه ڪلهوڙي جهڙي انسان کي يرغمال بڻايو، اهڙا به
صلح ناما آهن، جن سنڌ کي هندوستان جو صوبو بڻايو، اهڙا به
واعدا آهن، جن سنڌ جي وجود کي ون يونٽ ۾ ضم ڪيو. پر
ڇا اهڙا معاهدا باقي رهيا؟ جيڪڏهن قومي مفاد خاطر ظالمانه ۽
غاصبانه معاهدا هن کان اڳ ۾ ٽٽندا رهيا آهن، ۽ سنڌي قوم
انهن معاهدن ٽوڙڻ تي شرمندگي نه پر فخر محسوس ڪري ٿي،
ته پوءِ ڪو اهڙو معاهدو ڇو اسان جي وجود جي خاتمي جو
سبب بڻجي، جنهن تي صحيح ڪرڻ ۾ اسان ڀاڱيوار نه هئاسون.

دنيا جو ڪهڙو سياستدان آهي، ۽ ڪهڙي قوم آهي،
جنهن معاهدا نه ٽوڙيا هجن، پوءِ اهو ڪئي چرچل هجي يا
ڪو ٻيو ڪير به.

اقوام متحده جي ميمبر ملڪن مان ڪن ملڪن جي

آدمشماري چند هزار آهي ۽ اهي ملڪ دنيا جي هن معزز اداري ۾ پنهنجي باوقار حيثيت مڃائي چڪا آهن، ته پوءِ اهڙي حالت ۾ هڪ ڪروڙ ماڻهن تي مشتمل سنڌي قوم جو پنهنجي تاريخي، تهذيبي ۽ سياسي حيثيت کان بي خبر رهڻ، نه صرف هڪ تلخ حقيقت آهي، پر تاريخ جو وڏو حادثو پڻ آهي. هاڻي هي سنڌ جي باشعور انسانن تي ڇڏيل آهي، ته هو ڪيترو وقت سنڌي قوم کي پنهنجي مستقل حيثيت کان محروم رکڻ لاءِ حاڪمن جو هٿيار بڻجن ٿا.

هيستائين آءٌ سنڌي قوم جي غلاميءَ جي سلسلي ۾ ”صديون“ جو لفظ استعمال ڪندو آيو آهيان، انهيءَ مان ڪو ماڻهو اهو مطلب به ڪڍي سگهي ٿو، ته صديون جي عرصي ۾ سنڌي قوم جي اندر اهڙي ڪا، هلچل اهڙي ڪا، تحريڪ ۽ اهڙو ڪوبه لاڙو پيدائي ڪونه ٿيو آهي، جيڪو غلامي جي زنجيرن کي ٽوڙڻ لاءِ موثر ڪردار ادا ڪندو رهيو هجي. اهو نتيجو ڪڍڻ صحيح ڪونه ٿيندو، ۽ اهڙو نتيجو ڪڍڻ سنڌ جي تاريخ جي انهن لاروال انسانن جي قربانين ۽ جانفشانين کان لاپرواهي ۽ بي خبري ٿيندي، جيڪي هر دور جي اونده ۽ اوجهڙ ۾ پنهنجي فولادي ارادن سان روشني جا مينار پيدا ڪندا رهيا آهن، جن جي مقدس خون سرزمين سنڌ تي مهنديءَ جا گل پيدا ڪيا آهن.

هن سرزمين تي ڏکئي وقت ۾ بهارجا گونچ ۽ ڳاڙها گُپ پيدا ٿيندا رهيا آهن، پر پوءِ جي پاري، انهن کي ساڙي ۽ سڪائي ڇڏيو آهي. اڄ تائين اهو رجعت پسندي ۽ غلامي جو پارو غالب ايندو رهيو آهي، شايد هاڻي ڪنهن وحشي دراوڙ جو خون باهه جا آلا بڻجي هن سرزمين تي ڪري ۽ رجعت پسندي جي برف کي هميشه لاءِ ڳاري ۽ پگهاري ڇڏي ڪاش ائين ٿئي. هن گهٽ ۽ گهٽ، هن جمود ۽ بيپرواهي، هن لاتعلقي ۽ لاغرضي ڪيترا پنکا ۽ پيٽيون پڙپارنگ ڪري ڇڏيون آهن. صديون جي

غير ملڪي تسلط اسان جي صحتمند قومي جسم ۾ جيڪي ناسور
پيدا ڪيا آهن، تن ۾ آزاديءَ جي احساس جي خاتمي سان گڏ
اسان جي قوم ۾ انتشار ۽ اختلاف جو پيدا ٿيڻ به آهي. اهو
ناسور جيتوڻيڪ هاڃيڪار آهي، ته به لاعلاج نه آهي. وچڙندڙ
وبال ڪونه آهي ۽ ڪنهن فرق نه ڪرڻ جي حد تي نه پهتو
آهي. قومن کي محڪوم رکڻ، کين هميشه لاءِ بيعزتو ۽ خوار
ڪرڻ ۽ سندن تهذيب ۽ تمدن کي پيلي چٽ ۽ ناس ڪرڻ لاءِ
حاڪمن طرفان اختلاف ۽ انتشار پيدا ڪرڻ، تمام پراڻو طريقو،
جهونو هٿيار ۽ آزمايل نسخو آهي. فرعون کان ماؤنٽ بيٽن
تائين ۽ چاڻڪيا کان سرڪاري اديب ۽ درباري فلسفي ۽ دانشور
پنهنجي آقائن ۽ حڪمرانن کي اهو سبق پڙهائيندو آيو آهي ۽
پڙهائيندو رهندو. پر سنڌ ۾ اهو نسخو ڪجهه وڌيڪ ڪاريگريءَ،
ڏاهپ ۽ اڙانگي نموني استعمال ڪيو ويو آهي، جو وقت گذرڻ
سان گڏ ان جي اڙانگيءَ ۾ اضافو ٿيندو رهيو آهي. هتي
هڪ مذهب جا ٻئي مذهب سان اختلاف، هڪ مذهب جي مختلف
فرقن ۾ اختلاف، هڪ ذات جا ٻي ذات سان اختلاف، سيدن جا
موالين سان اختلاف، شيعن جا سنين سان اختلاف، برهمڻن جا
ٻين سان اختلاف ۽ سامين جا جوڳين سان اختلاف، سنڌ جي
قومي جسم ۾ زهر وانگر پکڙجندا رهيا ۽ غلامي جي ڪڙين کي
وڌيڪ مضبوط بڻائيندا رهيا. وڏي ڳالهه ته اختلاف نبيرڻ جو
ذريعو زبان نه پر لٺ، ڪهاڙي ۽ تلوار کي سمجهيو ويو. اهڙي
ريت سنڌ جو ماڻهو پنهنجي وڙهاڪ فطرت، پنهنجي ئي ڀائرن
۽ هم وطنن خلاف استعمال ڪندو رهيو. غير ملڪي حڪمرانن
انهيءَ تشدد کي جيڪو سنڌي عوام ۾ غاصبن خلاف پرورش
وٺندي، سندن جسم جي رڳن جي ذري مان باهه وانگر ڀڙڪي
ٿي هو، وڏي هوشياري ۽ اڪل سان مقامي ماڻهن ڏانهن موڙي
ڇڏيو. وڌيڪ ملن ۽ پنڊتن جي انهيءَ پروپئگنڊا ته حاڪم خدا

جو پاڇو ۽ ڀڳوان جو اوتار آهي، تنهنڪري سائنس کونسڻ منهنجي
پٺي جهان چٽ ڪرڻ، سنڌي عوام جي تشدد پسند طبيعت ڪــي
طاقت آزمائي جو ميدان صرف پنهنجن پاڙون ۽ وطن ڇاڙن ۾ ڳولڻ
تي مجبور ڪيو. ڇو ته بهرحال طاقت ۽ قوت پنهنجي اظهار جو
موقعو ڳوليندي رهندي آهـي ۽ پنهنجي استعمال لاءِ وقت تاڙيندي
رهندي آهي.

اهڙي طريقي ســان سنڌين جون ڪهاڙيون ۽ بندوقون، باهمي
قتل ۽ خونريزي جون ايتريقدر ته هيراڪ بنجي ويون، جو بيشمار
انسان انهن جو کاڄ بنجي چڪا آهن، بي انت جسم انهن جو گرهه
بنجي ويا آهن؛ لاتعدا جانثا جوان خونريزيءَ جو شڪار ٿي چڪا
آهن؛ سوين عورتون رنڙ بڻجي ويون آهن، ۽ هزارين ڳهوٽ باهمي
فسادن ۾ گهائل ٿي چڪا آهن. مطلب ته فساد ۽ خونريزيءَ جي
هڪ ڍڳهي ندي آهي، جنهن ۾ سنڌي عوام جو رت مهاراجا سهيرس
جي شهادت کان هن وقت تائين وهندو آيــو آهي انهيءَ پوري
سر گذشت ۽ ماجرا جي پيدا ٿيڻ، انکي مضبوط بنائڻ ۽ اڳتي وڌائڻ
لاءِ جوابدار ۽ ذميدار صرف غير ملڪي قبضو ۽ تسلط آهي پر ان
کي خام مال، غلام قومن جي پيرن، وڏيرن، سردارن ۽ مذهبي
مهندارن جون ٻلاڻ ۾ ڇڪريون ۽ هڪ ٻئي کان اڳيائي وارو جذ و
ئي موجود ڪري ڏيندو آهي. ٻاهرين قورو حاڪ ن جو نظام، پنهنجي
شڪل و صورت سان ئي اختلاف، انتشار ۽ فرقي پرستي جو حامل
هوندو آهي.

غلامي هڪ اهڙي لعنت آهي جيڪا نه صرف قبيلن جو احساس
ڏياريندي آهي، پر انهن قبيلائي اختلافن کي قوت، طاقت ۽ خوراڪ
پهچائي، سردارن جي هڪ ٻئي جي خلاف ڀڙڪارن سان همت افزائي
ڪري، انهن جي پراڻن ويرن، پلاندن ۽ دشمنين کي چمڪائيندي
رهندي آهي. انهيءَ ڪري قوم کي متحد ۽

منظم ڪرڻ لاءِ، ويرن ۽ ٻلائن جي ڇڪتاڻ مان آجو ٿيڻ لاءِ انهيءَ نظام ۽ انتظام جو خاتمو ڪرڻ ضروري ٿيو پوي، جيڪو قومي انتشار ۽ اختلاف جو ڪارڻ بڻيو آهي؛ اهو آهي غير ملڪي ۽ غير قومي قبضو ۽ تسلط. حقيقت ۾ اندروني خرابيون، ٻاهرئين قبضي جي ڪري ئي پيدا ٿينديون آهن. موجوده دور ۾ سنڌ اندر ذات وار تنظيمون، انهن جون تاريخون، انهن جا شجرا ۽ سندن سربراه مقرر ڪرڻ ۽ پوءِ انهن سربراهن ۽ سردارن طرفان حڪمران ٽڙ جي فائدي ۽ تائيد ۾ بيان ٻازيون، سڀ قومي وحدت کي ڪمزور ڪرڻ، ڪنهن مضبوط قوم پرست تحريڪ جو رستو روڪڻ ۽ قبيلائي انتشار کي هوا ڏيڻ، محڪومي کي گهڻو وقت جاري رکڻ جا حربا آهن. اهي طريقا، جيڪي پارٽيون سنڌ ۾ استعمال ڪري رهيون آهن، يعني ذات ۽ قبيلي وار تنظيمون ۽ جماعتون ٺاهڻ سي تمام پراڻا آهن؛ ۽ هر جاءِ تي مقامي محڪوم ماڻهن جي خلاف استعمال ٿيندا رهيا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ اهڙي نظام جي فلسفي جو ماهر فرانز فينن لکي ٿو:

”ڪڏهن ڪڏهن حاڪم ٽولو، قوميت جي وڌندڙ شعور کي روڪڻ لاءِ، يا انجو رخ موڙڻ لاءِ هٿ پير هڻندو آهي. هو انهيءَ سلسلي ۾ انقلابين جي خلاف پيرن يا وڏيرن جي مدد وٺڻ بجاءِ قبيلن ۽ برادرين کي جماعتن جي صورت ۾ منظم ڪري، قومي تنظيم جيڪا حاڪمن لاءِ حقيقي خطرو هوندي آهي، تنهن جي خلاف انتشاري گروهه پيدا ڪندو آهي، ۽ اهڙيون جماعتون اڀرنديون آهن جن جو بنياد صرف نسل تي هوندو آهي. قبيلن جا قبيلا حاڪمن جي هدايت تي جماعتن جي صورت ۾ منظم ٿي، انقلابي قوم پرستي جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻيا آهن.“[۹] اها صورت حال جيڪا ڪان وٺي جاري آهي ۽ اختلاف ۽ انتشار جي باهه قومي وحدت جي قلعي ۾ ايتري قدر ته اثر ڪري چڪي آهي، جو سنڌي قـوم جو لفظ ئي هڪ بي جان، ٽڙيل پکڙيل، بي ترتيب ۽ منتشر فردن جي انبوهه جي نشان دهي ڪري ٿو.

صدين کان وٺي قوم ۾ گهر ڪري ويل نفرت ۽ نفاق جي بيماري

جي ملاح جون ڳاهي ساهي ڪوششون ۽ ڪاوشون ڏينديون آيون آهن. انهن سڀني ڪوششن مان اسان جي صوفي بزرگن جي محبت واري تعليم کي وڏو مقام ۽ مرتبو حاصل آهي. صوفين، ناموافق حالتن ۾ نه صرف مختلف مذهبي فرقن ۾ اتحاد آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، پر وحدت الوجود جي نظريه جي بنياد تي مختلف مذهبن ۽ قومن ۾ پڻ محبت ۽ ڀائيچاري جو جذبو اڀارڻ لاءِ بي پناهه جدوجهد ڪئي. انهيءَ جدوجهد ۾ هنن کي بي شمار تڪليفون آيون، پوءِ به اهي پاڪباز ۽ سڄي خانه محبت جا الستي مست پنهنجو ڪم ڪندا رهيا، پر انهن جي تعليم ۽ تربيت به امن ۽ آشتي جو سبق سيکارڻ جي باوجود سنڌ جي قومي وجود کي آزادي ۽ خود داري سان همڪنار ڪرڻ ۾ پوري ريت ڪامياب نه ٿي.

جيتوڻيڪ هي حقيقت آهي، ته مذهبي ڇڪتاڻ کي گهٽائڻ، مختلف مذهبن جي پوئلڳن ۾ محبت ۽ ڀائيچاري جا جذبا پيدا ڪرڻ لاءِ جيترو ڪم سرزمين سنڌ جي صوفين سرانجام ڏنو آهي، اوترو شايد ئي دنيا جي ٻئي ڪنهن ملڪ جي ڪنهن مصلح پاڻ پتوڙيو هجي- تاهم انهن صوفين جون اصلاحون، رياضتون، مشقون، خانقاهون، ذڪر، اذڪار، ورد وظيفا ۽ ڪنبن ۾ چلي ڪشيون، سنڌ جي عام ماڻهو جي سمجهه ۽ پهچ کان ٻاهر هيون. جنهن ڪري انهن صوفين جي جيئري شايد ئي ڪو ماڻهو وٽن فيضياب ٿيڻ لاءِ ويو هجي. پر انهن جي مرڻ کان پوءِ لکها انسان جا ميڙ بزرگن جي قبرن تي اولاد ۽ رزق ۾ برڪت وجهڻ شروع ڪندا هئا- جيڪڏهن ڪنهن بزرگ، صوفين جي مخصوص ماحول ۽ اصطلاح مان نڪري وطن جي آزادي ۽ قوم جي معاشي، معاشرتي ۽ اقتصادي خوشحالي لاءِ پاڻ پتوڙڻ شروع ڪيو به آهي، ته وقت جي جابر حڪومتن، ڦورو ۽ غاصب حاڪمن ۽ ديسي دلالن، انهيءَ بزرگ کي صوفيءَ کان وڌيڪ سياستدان سمجهي، ڇڏي ۽ مشهور ڪري ڪيس انتهائي بيدردي سان شهيد ڪري ڇڏيو آهي. مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت شهيد جا مثال سنڌ ۾ صوفين جي باشعور ۽ وطن دوست ذهنيت سان گڏ مخصوص مسلمان فاتحن جي

ڌاڙيلن ۽ رهزن واري ذهنيت جي نشان ڌهي نا ڪن. جيڪڏهن مسلمان اسپين تي حملو نه ڪن ها؛ جيڪڏهن هو ترڪيءَ تي يلغار نه ڪن ها؛ جيڪڏهن هو آفريڪا جي صحرائن ۾ مظلوم انسانن جي لاشن تي گهوڙا نه ڊوڙائين ها؛ جيڪڏهن هو برصغير هند جي مهندي رنڱيءَ تهذيب کي دونهاڙيل نه بنائين؛ پر صرف مخدوم بلاول ۽ شاه عنايت جي شهادت ئي هن کي دنيا جي تاريخ ۾ هن جي مصداق بنائڻ لاءِ ڪافي هئي ته "مسلمان طاقتور هجڻ جي حالت ۾ بدترين ظالم ۽ ڪمزوري جي صورت ۾ بهترين فرمانبردار هوندو آهي." شايد اردو جو طنزنگار اديب شوڪت ٿانوي مسلمان فاتحن جي مخصوص ٽولي جي انهيءَ ذهنيت کان واقف هو؛ جڏهن هن هي حقيقت بيان ڪئي، ۽ شايد هن جي پوري ادبي عمر ۾ اها ئي حقيقت سندس قلم مان نڪتي ته:

(۱) ڪمزور هو دشمن تو فولاد هے مؤمن،
انگريز هو حاڪم تو اولاد هے مؤمن۔
فرشتون کو هے شکوه که کم آميز هے مؤمن،
حورون کو هے شکايت که بهت تيز هے مؤمن۔

سنڌ جي صوفين پنهنجي تعليم ۽ تربيت ذريعي سنڌ جي حاڪمن جي ذهنيت ۾ ايڏي عظيم الشان تبديلي آندي، جو هو مسلمان فاتحن جي جارحانه عادت تي هلڻ بجاءِ صلح، امن ۽ انسانيت دوستي جي عظيم قدرن جا علمبردار ۽ نگهبان ٿي رهيا. اها صوفين جي ئي تعليم هئي، جنهن سنڌ جي بي بهاءَ لاڪيڻي ۽ درويش صفت بادشاهه ڄام نظام الدين کان هي چوايو ته:

"اهو ڏينهن نه اچي جو آءٌ پنهنجي گهوڙي تي چڙهي پاڙي وارن بادشاهن تي حملو ڪريان."

صوفين جي ئي جماعت مان سرزمين سنڌ جو لاثاني انسان لطيف پيدا ٿيو. صوفين مان لطيف پهريون شخص آهي، جنهن سنڌي قوم جي زبان ۾ سندس عوامي اصطلاحن ۾ سائنس ڳالهايو ۽ انڪي صدين

جي مصيبت کان ڇوٽڪاري لاءِ جنجهوڙيو. لطيف کي رکي رکي ڀروڙ هئي ته سنڌين جي هستي جو ڪارڻ غير ملڪي غلامي ٿي آهي اما اهڙي لعنت آهي جنهن سنڌين ۾ اختلاف ۽ انتشار جسي ٻاهه ڀڙڪائي ڇڏي آهي. جڏهن هو چوي ٿو ته:

ڪٿا منجهه قرار هئا هيڪاندا سنگ ۾، ڳاهي ڳالهه فراق
جي ڪيا ڌارون ڌار، ته ڇانا ڀيهر ڪير ملندو ڪنهن سان!

انهيءَ بيت مان هن حساس قوم جي نبض شناس حڪيم جي احساس ۽ سوچ جو اسانکي ڀوري ريت سراغ ملي ٿو. هو سنڌين کي اهو وقت به ياد ڏياري ٿو، جڏهن اهي اتحاد ۽ ٻڌي جي سنگ ۾ قرب ۽ قرار سان رهيا پيا هئا. پنهنجي پيدائشي سرزمين تي مزي ۽ آزاديءَ سان زندگي گذاريندا هئا . پر پوءِ فراق جو فرق پيو ۽ وطن جا فرزند، ذهني، سماجي ۽ نفسياتي طرح هڪ ٻئي کان ڌارون ڌار ٿي ويا. اهو فراق جو (ڳاهه) شاهه صاحب جسي نظر ڌارين جا حملا، فاتحن جون هلائون، غاصبن ۽ غلام بنائيندڙن جون چڙهايون، لٽيندڙن ڀڙيندڙن جون هڪ ٻئي پٺيان ڪاهيون آهن، جن وطن عزيز جي فرزندن جي ڳچيءَ ۾ غلامي جو ڳٽ وجهي، کين چڙ و چڙ، منتشر، پريشان ۽ ڌارون ڌار ڪري ڇڏيو. کين معاشي ۽ اقتصادي طرح ايترو قدر تنگ دست ، سڃو ۽ ٻکيو بنائي ڇڏيو جو هرڪو پنهنجي گذران لاءِ پريشان ۽ حيران ٿي ويو. منجهائن ڪنهن اعليٰ قدر ۽ نصب العين جي سوچ، ڳولا ۽ جستجو نڪري ويئي. انهيءَ حالت کان اڳتي وڌندي، لطيف انسانن کي ٻکين کان اتحاد ۽ وڳر ڪري رهڻ جو سبق سکڻ جي تلقين ۽ تبليغ ڪري ٿو.

وڳر ڪيو وتن، پرت نه ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن، ماڻهو ننا ميٺ ڳهڻوا

ٻکين جي پاڻ ۾ پرت نه ڇنڻ ۽ وڳر ڪيو وتڻ جو وڏو سبب هي آهي ته هنن جي جنس مان ڪوبه سندن محنت ۽ جدوجهد جي ڦل کان کين محروم نه ٿو ڪري. هنن مان ڪوبه ٻئي جي محنت

تي نئو پلجي، ڪنهن ۾ به سنڌين هم جنس سان وڙهڻ ۽ ڪونسڻ جي عادت ڪانهي. هنن جا ڏک ۽ سک، هنن جي زمين ۽ آسمان، هنن جا آکيرا ۽ آشيانا، هنن جا گيت ۽ مرثيا، مشترڪ، هڪ جهڙا ۽ گڏيل آهن. هنن جو مقصد هڪ، منزل ساڳي ۽ ماڳ مقرر آهي. آئين ۽ چاڙهين سنڌين سرمايو ۽ محنت ۽ مسلسل محنت سنڌين ڏنڌو ؛ جستجو ۽ تڙپ سنڌين ڪائنات، آزادي ۽ آرام سنڌين انتهائي مسرت. انجي ابتڙ انسان چڙ وچڙ انهيءَ وقت ٿين ٿا جڏهن سنڌن محنت جو قل ڦريو وڃي ؛ سنڌن جستجو تي بندش ۽ آزاديءَ سان هلڻ کان روڪڻ لاءِ سنڌن پيرن ۾ ڏانڊا ٻيڙيون وڌيون وڃن لطيف وطن چاوڻ کي اها آزادي ۽ نغميءَ واري زنـــدگي گذارڻ جــــا ڏس پتا ۽ نشان ٿو ٻڌائي. حقيقت ۾ سنڌي قوم جي اتحاد ۽ آزادي جو ذهني، فڪري ۽ نظرياتي طور علمبردار ۽ پيامبر لطيف ئي آهــي. اڄ به سنڌي دانشور جڏهن اهو چون ٿا ته ورها ڱي وقت سنڌ ئي هئي، جتي جو انسان ۽ سر زمين ڪنهن به وڳوڙ، فساد، خونريزي ۽ وڍ ڪير کان پاڪ رهيا، ته اهو صرف لطيف جي تعليم جو اثر هو ۽ آهي.

لطيف اهو خود دار، غيرت مند، محب وطن ۽ بــا اصول شاعر ۽ مفڪر آهي، جنهن صوفين جي روايت کان بغاوت ڪندي، گوشي نشيني ۽ درويشي کي ترڪ ڪري، سنڌ جي معصوم ۽ ابوجهه عوام سان رابطو قائم ڪيو ۽ فڪر ۽ مراقبي جي بجاءِ قوم پرستي ۽ وطن دوستيءَ جو پرچارڪ ۽ مبلغ بڻجي ويو. هن آخرت جي بدران سنڌ ۽ سنڌي قوم جي شاندار ۽ روشن مستقبل لاءِ پنهنجون لاتيون، باتيون ۽ آيتون، تنبوري جي تنوار تي سنڌ جي ازلي ۽ ابدي فضا ۾ اتهلت جي رنگن وانگر پکيري ڇڏيون. شاهه وقت جي وهڪري کان ڏار ٿي، پنهنجي سدا زنده شاعريءَ کي دربارن کان دور ڪري، سنڌ جي ڏنارن جي لافاني زبانن تي جاري ڪري ڇڏيو.

هن پنهنجي ڪشتي ۾ صرف اها خيرات قبول ڪئي، جيڪا سنڌ جي عوام ڪيس مرڪن ۽ لڙڪن جي صورت ۾ ڏني. جنهن اکهاڙي حقيقت کي ڪي دانشور هرويرو لباس ڍڪائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا،

تنهن حقيقت کي شاهه ننگي ٿيل ڏٺو ۽ محسوس ڪيو ته انسان جي فطرت جڏهن صحيح معنيٰ ۾ بيدار ٿي پوندي، ان وقت مظلوم، ظالم جي هر شيءِ کان نفرت ڪندو. انجي هر آڇ کي انتهائي حقارت ۽ نفرت سان نڪرائي ڇڏيندو ۽ مظلوم لاءِ پنهنجي آقائن کي قتل ڪرڻ کان سواءِ ۽ انهن جي ڪوٺن کي ڪيرائڻ کان علاوه ڪوبه رستو نه رهندو. جڏهن مظلوم انسان، ظالم ۽ غاصب قوتن کان ڪنهن به ڀلائي ۽ نيڪيءَ جي اميد رکڻ جي بجاءِ مڪمل مايوس ۽ نا اميد ٿيو پوي، ان وقت هر وطن دوست قيدي جي روح ۽ ضمير جي گهراين مان هي آواز نڪري ٿو ته: "سنهنجي آهه اها، ڪڏهن ڪيرائيندين ڪوٽ کي." اهڙي وقت ۾ ڪا خيز ران ڪنهن هارون رشيد جو بسترو گرم ڪرڻ بجاءِ، انکي زندگي جي گرسي ۽ حرارت کان محروم ڪندي آهي ۽ صبح ويل ڪو ابونواس شاعري جو قصيدو کڻي، در بار شاهي ۾ حاضر ٿيڻ بجاءِ، گولين جو سينهن وسائيندو آهي.

ظالم طاقت لاءِ اهو ضروري نه آهي ته هو پرو پاهران مسلط ٿيل هجي. اندروني قومي حاڪم جڏهن اڳهاڙي آمريت ۽ عوامي راين رجحانن، لاڙن ۽ اميدن جي قتل ۽ غارت گري تي لهي اچن، ۽ هنن جي وقت جو اسي سيڪڙو حصو صرف پنهنجي ذات جي بجاءِ ۽ بقا جي بندوبست جي تجويزن، اڪلن ۽ عياشيءَ جي تدبيرن تي خرچ ٿيندو هجي، اهڙي وقت ۾ اهو حاڪم پنهنجي پوري وجود، لاوءَ لشڪر، نظام حويلين ۽ ڪوٺن سميت دفن ڪرڻ لائق آهي. سومرن جو مثال اسان جي سامهون آهي. هو اهي باغيرت سنڌي هئا، جن عرب ۽ پٺاڻ سامراج سان مڙسائيون چونون ۽ ڇڪريون کائي سنڌ ۾ نيج قومي حڪومت جو بنياد پيو دفعو برپا ڪيو.

ليڪن انهن جو ئي هڪ سردار ۽ حاڪم جڏهن ظلم ۽ ذلت تي لهي اچي ٿو، ان وقت شاه صاحب، انهيءَ (ڪوٽ) يعني پوري نظام، سسٽم، سرشتي ۽ دستور جي تباهي ۽ بربادي لاءِ مشورو ۽ ڏس ثو ڏئي. سوچڻ جي صرف هي ڳالهه آهي ته زيادتي صرف هڪڙي ماڻهو عمر جي آهي. ليڪن ما، وئي انهيءَ پوري ڪوٽ کي ئي مسمار ڪرڻ ٿي چاهي. جنهن ڪوٽ، جنهن تخت ۽ تاج سنڌ جي عوام کي ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙڻ شروع ڪيو آهي ۽ جنهن سنڌ جي شاندار قوم ۾ واجا ۽ پرجا ۾ نفرت ۽ نفاق پيدا ڪيو آهي، اهڙي ڪوٽ، اهڙي

تاج ۽ تخت، اهڙي حڪومت ۽ بادشاهيءَ کي بهرحال ختم ٿيڻ گهرجي، جو ته اها حڪومت، قوم ۾ اتفاق ۽ ٻڌي ٻڌيءَ بجاءِ نفرت ۽ انتشار پيدا ڪري ٿي. اهڙي حڪومت جيڪا ملڪ جا پورا وسيلا پنهنجيءَ بچاءَ جي چالن ۽ طريقن تي خرچ ڪري ٿي؛ عوام جي بنيادي حقن جي حفاظت بجاءِ انهن جي پائماليءَ تي سندرو ٻڌي قوم جون لڇون لڻڻ شروع ڪري ٿي، تنهن کي باقي رهڻ جو ڪوبه حق ڪونهي.

١٩٤٧ ۾ برصغير ۾ آيل ڀونچال، هن خطي ۾ جتي ٻين انيڪ خرابين کي جنم ڏنو، اتي شاهه لطيف جي فڪر ۽ انجي روشنيءَ ۾ تعمير ٿيندڙ نئين سنڌ کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. اهو ڌڪ هڪ قوم کي ورهائي به اڌ ڪرڻ، تهذيب ۽ ثقافت جي روايتن کي چيڙچاڙ ڪرڻ ۽ سنڌي قوم جي وجود جي مڪمل انڪار ڪرڻ لاءِ هڪ سوچيل، سمجهيل ۽ سٽيل سازش تي مبني هو. اهو حادثو جيڪو يو پي ۽ لاهور جي تخريبي ۽ سازشي ذهن جي پيداوار هو. تنهن صوفين، درويشن ۽ الله لوڪن جي هزارها سالن جي محنت سان تعمير ڪيل محبت ۽ الفت جي آکيري کي نفرت جي باهه جي حوالي ڪري ڇڏيو. وطن جي لازوال محبت ۽ بي پناهه عشق کي ڪفر ٺهرائي، قطرت جي صدين جي پالوٽ ۽ فياضي جي ذريعي وجود ۾ آيل حقيقتن ۽ صداقتن تي انساني سازشن کي ترجيح ڏيئي، انسان جي سرتبي ۽ مان جي بيعزتي ڪري سائنسي دور ۾ ڪن وهمن، وسوسن ۽ ڦيڻن ڦڪين جي آڌار تي ماڻهن کان وطن جا ڪک ۽ اباڻا اجها ڇڏايا هن سرزمين تي جيڪي انسان صدين کان پنهنجي وجود ۽ شعور سان سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جي اوسر ۽ واڌاري جو سبب بنيا هئا، جن جي سوچ ۽ لوچ سان وطن پرستي ۽ قوم پروريءَ جي روشنيءَ جا ڪرڻا ماحول ۽ ملڪ کي منور ڪندا رهيا، جن جون سچ ڪوڏيءَ جهڙيون دليون، انسانيت دوستي جا نغما آلاپيندڙيون هيون، جن جي نس نس ۾ لطيف جي پيغام ۽ فڪر جون سيخون لڳل هيون، جن جي موجودگي سرزمين سنڌ جي هر سند ۽ موسم ۾ سونهن ۽ سچ، حسن ۽ حقيقت، زندگي ۽ زنده دليءَ جي جذبن جي تخليق جو ڪارڻ هئي ۽ اهي ئي هئا جن جي ڪري ساري ڏيهه ۾ خوشي ۽ خوبي، مسرت ۽ محبت جي سرهاڻ پکيڙيل هئي. تن کي جلاوطن "جسماني، طرح ٿيڻو پيو. انهن جي جاءِ تي اهي ماڻهو آيا، جن جو هر اخلاقي قدر رت هاڻو

آهي. انهن جي نظريہ ۽ مذهب پٺيان نفرت جا انبار، رت جون نديون، غلامن جون قطارون، پارڙن جون چيخون، پڪڙون ۽ نسل عصمتن جي آبگينن جون ڪرچيون آهن. انهن جي تهذيب جو ڪل سرمايو چاپلوسي، بداخلاقي، خونخواري، ملڪ ۽ قوم سان غداري ۽ چڪلن جي شب بيداري آهي. جن جي طبيعت ۾ قرماري، مزاج ۾ بدڪرداري ۽ سرشت ۾ دغابازي آهي. انهن اڄ پنهنجي آقائن ليڊرن ۽ سرپرستن جي معرفت هن ملڪ کي پنهنجي ڪالوني بنائي وڌو آهي ۽ مقامي قوم کي پوري ريت نوآبادياتي نظام ۾ جڪڙي ڇڏيو آهي. حقيقت ۾ پاهران آيل ماڻهن جي هن ملڪ ۾ حيثيت اها ساڳي آهي، جيڪا ڪانگو ۾ بيلجم جي، الجزائر ۽ گهانا فرانس جي ۽ انگولا، موزمبيق ۽ گني بساءِ ۾ پرتگال جي هئي. اڄ جڏهن هي لفظ لکي رهيو آهيان ان وقت سچي پچي اڄ پنهنجي ملڪ ۽ قوم کي بيٺڪي نظام ۾ جڪڙيل سمجهان ٿو مڃان ٿو سنهنجي] سامهون آفريڪا جي انهن ملڪن جو سياسي سماجي ۽ معاشرتي نقشو موجود آهي، جيڪي يورپ جون ڪالونيون بنيل هئا. انهن ملڪن ۾ مقامي ماڻهن جا اسڪول ۽ يورپي لوڪن جا اسڪول، مقامي ماڻهن جون بستيون ۽ يورپي حاڪمن جون بستيون، مقامي ماڻهن جون اسپتالون ۽ يورپي آبادگارن جا شفاخانا، هڪ ٻئي کان مختلف، هڪ ٻئي کان پري، هڪ ٻئي کان اعليٰ ۽ ادنيٰ هوندا هئا.

ساڳي حالت سنڌ ۾ سنڌين ۽ پناهگير جي رهائش ۽ بود باش جي آهي. هڪ طرف لياري آهي، جنهن ۾ سنڌي رهن ٿا، جتي گندگي اونده، بدبوءِ، بيماري ۽ پاڻيءَ جي اڻاٺ آهي. ٻئي طرف محمود آباد آهي، جيڪا پيرس جو ڏيک پيش ڏيندي آهي. هڪ طرف عزيز آباد آهي، جيڪا هر وقت روشنين ۽ رنگن ۾ ٻڏل هوندي آهي، ته ٻئي پاسي پانگريا ڳوٺ آهي، جنهن ۾ ديوين جا جهنگ، ڪچا جهوپڙا، مڇر ۽ ڪني پاڻيءَ جا دٻا آهن. پانگريا ڳوٺ ۾ جيڪڏهن ڪنهن غير سنڌيءَ جو گهر هوندو ته اهو وڏيري جي سوويت وانگر سينگاريل هوندو ۽ غزيزآباد محمودآباد ۽ ظفرآباد ۾ جيڪڏهن ڪنهن سنڌيءَ جو گهر هوندو ته اهو ڪنهن بيوه جي بخت وانگر اونداهيءَ ۾ ٻڏل هوندو. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ پنهنجگين لاءِ نهيل اسڪول زندگيءَ جي هر سهولت سان مالامال ۽ سنڌ جي ٻهراڙيءَ جا اسڪول

ڏيئي جي روشنيءَ کان محروم. اسپتالن جي ٻاهران سنڌي مريض اُهين
پيا هوندا، جيئن بيابان ۾ ڪوچڙن جو ڪافلو ۽ پناهگير اسپتالن ۾
اُهين آرام سان هوندا جيئن عباسي خليفن جي محلاتن ۾ قصيده گو
شاعر. ٻاهران آيل ماڻهن جي مسجد ۽ مقامي ماڻهن جي مسجد ۾ به
فرق هوندو آهي. ٻاهرين جي مسجد ۾ خدا تعاليٰ جي اطاعت بجاءِ
ظالمن، غاصبن ۽ بدڪردارن جي اطاعت جي تعليم ڏني ويندي آهي.
انهي انساني اتحاد جهڙي عظيم مقصد کي پنيرو اڇلائي، فساد، جهڳڙي،
نند وڏائي، ڪافر مومن، پاڪ پليت، جنتي دوزخي جي تقسيم جا
پروانا جاري ڪيا ۽ ورهايا ويندا آهن. انهيءَ مسجد ۾ اعليٰ روحاني
۽ اخلاقي قدرن جي تعليم بجاءِ ابن قاسم ۽ اقبال تي ايمان آڻڻ جي
تلقين ۽ تبليغ ڪئي ويندي آهي. مقامي ماڻهن جي عبادتگاهه معمولي
ننڍڙي ۽ سادي هوندي آهي ۽ ٻاهران آيل ماڻهن جي عبادت گاهه ڪنهن
حرام خور سيٺ جي پيٽ وانگر وڏي ڪشادي ۽ وبڪري هوندي آهي.
اسان ڏسون ٿا ته هڪ طرف ٻاهران آيل ماڻهو آهن. جيڪي علم،
هنر، فن ۽ ڪاريگريءَ جا مالڪ بڻايا ويا آهن. جن وٽ بيشمار دولت
آهي، عاليشان جايون آهن، بي انداز دڪان ۽ تجارتي مرڪز آهن،
بهترين کاڌا آهن، خوبصورت ڪپڙا آهن، وندرگاهون آهن. ٻئي پاسي
ڪاراڻيل چهرا، ڏٻرا ۽ بيمار جسم، ڦاٽل ڪپڙا، بکيا پيٽ، اجهي کان
محروم. اهو آهي سنڌي عوام هن سرزمين جو اصلي مالڪ. مطلب ته
هتي ڏيڍ ڪروڙ آدم رهن ٿا، هڪ ڪروڙ سنڌي ۽ اڌ ڪروڙ
غير سنڌي. هر طرح جي مصيبت پهرين جي حصي ۾ ۽ هر طرح جو
عيش ۽ آرام پوئين جي ڀاڱي .. انهن ٻنهي جي وچ ۾ ننڍا وڏا
زميندار، اسلام پسند دانشور ۽ نئين ڪميونسٽ ورڪر، ننهن کان
چوٽيءَ تائين ڪوڙا، مصنوعي ۽ بناوٽي. جن جو ڪم دلالي آهي،
اهڙا دانشور، ورڪر ۽ انهن جا استاد گهمندڙ ڪوڙ ۽ ڳالهائيندڙ فريب
آهن. جڏهن به سنڌي عوام سان ٿيندڙ ظلمن، ناانصافين ۽ حق تلفين
خلاف آواز اٿاري ٿو، رڙ ڪوڪ ٿو ته هڪدم اهي دانشور،
ورڪر فلسفي ۽ تعليمي ماهر وڏي دانائي، ڏاهپ ۽ (خيرخواهي) سان
سنڌين کي چون ٿا، ته نفرت چڱي شيءِ ڪانهي. اهي اسلامي، پورهيت
۽ انسان پيائر آهن. هي سڀ ڪجهه هنن محنت ۽ جاکوڙ سان حاصل
ڪيو آهي. هي نوان سنڌي آهن ۽ توهان پراڻا سنڌي آهيو.

نون ۽ پراڻن سنڌين جي اصطلاح تي هن وقت سونکي سينيگالي
قوم پرستن جو هي مقولو ياد اچي رهيو آهي، جيڪو هنن صدرسينگ هور
جي يورپين متعلق پاليسي تي چيو هو:

"اسان جو مطالبو ۽ گهر آهي، ته آفريڪي عوام کي آفريڪا
جي ذري ذري جو مالڪ ۽ مختار بڻايو وڃي ۽ اسانجو ليڊر يورپين
کي آفريڪي بڻائڻ جوڻ ۽ مشهور ڪرڻ ۾ مشغول آهي."

هي پنهنجي جاءِ تي حقيقت آهي ته قومون نيون يا پراڻيون
نه ٿينديون آهن ۽ نه وري سرزمين سنڌ قومن لاهڻ جي مشين يا
فيڪٽري آهي، جنهن جو ڪم صرف هي هجي ته روز قومن جا نوان
ماڊل تيار ڪندي رهي. جيڪي ماڻهو لڏ پلاڻ ۾ ڪٿهن سنصوبي
تحت پاڪ ٿالن جي آڙ ۾ هتي اچي، هن ملڪ ۽ انجي عوام جو
استحصال ڪن ٿا ۽ پنهنجو رشتو صرف آسماني اعلانن تي وکن ٿا،
تن جو سرزمين سنڌ سان ڪوبه واسطو نه آهي. اهي سنڌي قوم جي
هڏن ۾ ذرو به پاڻيوار نه آهن. اهي سنڌي قوم جو جزو، حصو ۽
ڀاڱو نه آهن. جيترو وقت هتي رهيا، اسان انهن کي ائين تصور
ڪنداسين، جيئن انگريز برصغير ۾ ۽ فرينچ الجزائر ۾.

سنڌ جو عوام پنهنجي مجبورين لاچارين ۽ بيوسين جي باوجود
سمجهي ٿو ته ڌارين وٽ جيڪا دولت آهي، تنهنجو بنياد سنڌين جي
غلامي تي رکيو ويو آهي. انهن ماڻهن جي ڳورن جسمن ۾ سنڌي عوام
جو رت آهي. انهن جي دڪانن جي رونق ۾ سنڌي قوم جي پگهر ۽
پورهئي سان اضافو ڪيو ويو آهي. اهو سڀ ڪجهه سنڌي قوم جي
ملڪيت آهي، جيڪا ڪالڻ اسلام جي آڙ ۾ ڦري ويئي آهي.

سڀين سنڌ ۾ اهو احساس ته هتي جي هر شيءِ جو مالڪ سنڌ
جو بهادر ۽ دلير عوام آهي، نهايت تيزيءَ سان پکڙندو پيو وڃي ۽
سنڌ جي هر طبقي ۽ پيشي جو ماڻهو پنهنجي وطن جي حيثيت ۽
ڪيفيت کان پوري ريت واقف ٿيڻ لڳو آهي ۽ هن وقت جنهن قسم
جي واند هن ملڪ ۾ رچائي پئي وڃي جنهن قسم جي ڪمڊ ڪيڏي پئي
وڃي، تنهنجي خاتمي لاءِ سنڌ جي شهري آبادي توڙي ٻهراڙيءَ جا
رهاڪو ڪي قدر پاڻ پتوڙڻ لاءِ تيار ٿيا آهن. هن وقت اسان کي
وايو منڊل ۾ جيڪا سجاڳيءَ ۽ جاڳرتا جي سرهاڻ ۽ جوت نظر اچي
ٿي، سا گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ جو مهڪ آهي، ٻاڙيءَ ٻاڙي تي

کي ٻول ۽ رنگ رتول آهن، ڳليءَ ڳليءَ ۾ ڪنهن انوکي
گيت جي گونج آهي، سا ڪا خود بخود ڦوڪ ڏيڻ سان يا
ڪنهن بزم ۾ خود برک ڏاهي جي قلمي اڦٽ ساري سان پيدا ڪانه
ٿي آهي. جهڙي حالت هن ملڪ ۽ قوم جي ۱۹۴۷ع کانپوءِ ٿي هئي.
تنهنڪي ڏسي ڪير ٿي چئي سگهيو ۽ ڪنهن ٿي گمان ڪيو ته سنڌ
۾ وري به لطيف جي لاٽ پنهنجو اثر ۽ ڏاڻ ڏيکاريندي. پر جهڙيءَ
طرح عربن، ايرانين، مغلن، ارغونن ۽ پٺاڻن جي مسلسل حملن ۽ يلغارن
ذريعي گهڻ سنڌيت جي وجود کي ناس ۽ نابود ڪيو هو ۽ نجي انهيءَ
جارحيت جي خاتمي جي علامت لطيف جي روپ ۾ ظاهر ٿي ۽ لطيف جنهن سڪاو
۽ آبادي جو خواب ڏٺو سو غلام شاه جي دور ۾ مڪمل ٿيو. بلڪل
ساڳي طرح انگريزن جي اچڻ ۽ وڃڻ پناهگيرن، پنجابين جي واردائن
سان سنڌ ۽ سنڌي قوم کي پنهنجو وجود صحيح سلامت رکڻ، اڳتي
وڌائڻ ۽ پنهنجي تاريخي حيثيت سڃاڻڻ لاءِ جدوجهد ۾ ڀرپور
حصو وٺڻ لاءِ قدرت جي. ايم. سيد کي پيدا ڪيو. هن عظيم ۽
اڏول شخصيت سازشن ۾ گهيريل سنڌ ۽ سنڌي عوام لاءِ اهو ڪردار
ادا ڪيو آهي جيڪو لطيف پنهنجي لافاني پيغام ذريعي تخليق
ڪيو هو.

ڏکين وقتن ۾ چڙهو چڙهو ٿيل قومن ۾ ڪي شخص پنهنجي
جدوجهد ۽ قربانيءَ ذريعي قومي اتحاد ۽ عوامي چونڪاري جي راه
۾ نشانيون بڻجي ويندا آهن. هنن جو وجود قومي جدوجهد جي تاريخ
جو عنوان هوندو آهي ۽ هو آزاديءَ جي تاريخي رفتار جا سنگ ميل
هوندا آهن. جن کان سواءِ آزاديءَ جي تحريڪ غير معروف بڻجي
ويندي آهي.

اڄ جي سنڌ ۾ جي. ايم. سيد ئي اهڙا شخصيت آهي، جنهن
سنڌي قوم جي هڪ طرح نئين سر تجديد ۽ اوسر ڪئي آهي. هن ئي
سنڌين کي ٻڌايو ته هي ٻاهران آيل ساٿهو جيتوڻيڪ ٻنسي، هنر ۽
تعليم جي زور تي سنڌ کي پيلي ويا آهن، پر انهن کي پنهنجي تاريخ،
پنهنجي اڳين جي حشر ۽ فطرت جي انقلابي پهلوئن مان سبق پرائڻ
گهرجي ته ظالم ۽ غاصب قوتون، تمام تر ظلم ۽ تشدد جي باوجود،
ڪڏهن به ڪامياب نه ٿيون آهن. نه ڪانگو ۾، جتي مظلوم شيدين
جا هٿ وڍيا ويندا هئا، نه انگولا ۾، جتي غير مطمئن انسانن جي

چپن ۾ سوراخ ڪري تالا لڳايا ويندا هئا. نه الجزائر ۾ جتي ڏهه لک انسان قتل ڪيا ويا، نه مڊغاسڪر ۾ جتي هڪ سال ۾ ٩٠ هزار ماڻهو ماريا ويا، نه ڪينيا ۾ جتي ١٩٥٢ع ۾ به لک انسان قتل ڪيا ويا، ۽ نه بنگله ديش ۾، جتي نون مهينن ۾ ٣٥ لک انسان ظلم ۽ جبر جو شڪار ٿيا.

غاصبن وٽ دليل ڪابه حيثيت نه ٿو رکي. هي بدترين قسم جا وحشي آهن، جيڪي رڳو طاقت جي اڳيان جهڪي سگهيا آهن، تنهن ڪري پاڻ ۾ طاقت پيدا ڪريو ۽ سندن پيدا ڪيل وحشت ۽ بربريت کين پوري طاقت سان واپس موٽائي ڏيو.

جي.ايم سيد جهڙي انهيءَ آواز ۽ پيغام کي جن نوجوانن پڙهيو، سمجهيو ۽ انتي عمل ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ نڪتا، انهن هزارها پرجوش ڪارڪنن سان هڪ عبدالواحد آريسر به آهي، جنهنجي تقريرن جي جي ڪتاب تي آڌ هي به اکر لکي رهيو آهيان.

سنڌس پهريون مجموعو پڙهه جو پيغام ۽ هي ”مدين جون صدائون“ پڙهڻ کان پوءِ جيڪا ڳالهه مون محسوس ڪئي آهي، سا هي ته مصنف پنهنجي قومي تاريخ ۽ تهذيب جي دفاع ۽ بچاءُ جي سلسلي ۾ انتهائي جذباتي ۽ جارح بڻجي ويو آهي. سنهنجي خيال ۾ اهو ردعمل آهي، سامراجيت ۽ اجي نمائندن جي طرز عمل جو، جيڪو هنن عربن جي حملي کان وٺي، پناهگيرن جي اچڻ تائين، سنڌ جي قديم ۽ شاندار سڀيتا ۽ روايتن سان اختيار ڪيو آهي.

هر ايندڙ سامراج دستور موجب اهو مشهور ڪيو ويو آهي ته سنڌي ماڻهو اڻ پڙهيل، جاهل، وحشي ۽ ڏنار هئا، جن کي اسان اچي مهذب بڻايو آهي ۽ جيڪڏهن اسان هتان هليا وياسين، ته هيءَ وري تاريڪيءَ جي اونهيءَ کڏ ۾ ڪري پوندا ۽ ڪڏهن به نڪري نه سگهندا. انهي پس منظر ۾ مصنف جي لهجي جي ڪوڙاڻ سمجهه ۾ اچي سگهي ٿي.

هن جي رد عمل جي پٺيان، هڪ عظيم، شاندار، آزاد ۽ باوقار قوم جي تشڪيل، فروغ ۽ ابار جي خواهش ۽ تمنا کي به نظرانداز نه ٿو ڪري سگهجي. جيڪا هر انهيءَ شيءِ کي ڊاهڻ، پچڻ پوڻ ٿي چاهي، جا سنڌس راه ۾ رڪاوٽ ٿي بڻجي ۽ سنڌ جي حقيقي وجود کان انڪار تي مبني هجي،

آويسر جي باري ۾ آءٌ ڪجهه به لکڻ نه ٿو چاهيان، صرف سنڌ جي عظيم مورخ ۽ مفڪر سيد حسام الدين راشديءَ جي انهيءَ خط مان هڪ ٽڪرو پيش ڪرڻ تي اڪتفا ٿو ڪريان، جيڪو هن صاحب سنڌ جي قومي شاعر نياز همايونيءَ کي لکيو هو:

برادرم نياز

"پيغام ۾ عبدالواحد آويسر جي تقرير پڙهيم، تقرير پڙهي ايمان تازو ٿيو، نه صرف تازو ٿيو پر پاڻ وڌيو. خدا جو شڪر آهي جو پاڻ وٽ اهڙا لعل لِڪن ٿا.

ملي ته منهنجا سلام ڏجوس ۽ پاڪر پائجوس، خداوند ڪريم کيس صحت ۽ وڌيڪ توانائي عطا ڪري."

انهيءَ کان وڌيڪ آءٌ ڪوبه تبصرو ڪرڻ پنهنجي لاءِ غير ضروري ٿو سمجهان، هر پڙهندڙ پاڻ ئي فيصلو ڪندو ته سنڌ جي باري ۾ سندس محبت ۽ صداقت ڪيتري حد تائين پهتل آهي.

خادم لاکير
ايم. بي. بي. ايس ٽيون سال
ايل-ايم-سي ڄامشورو سنڌ

# آرٽ ۽ ميڄي، مور

سائين جي - ايم سيد جي سالگره
جي موقعي تي ڪمل تقرير.

غلام ملڪن ۾ عظيم شخصيتون اهي هونديون
آهن جن سامراجي قبضي جو وڏي دليري ۽
بهادري سان مقابلو ڪيو هجي.

غلام ملڪن ۾ جڏهن پنهنجي قومي هيرن جي ياد
گرم جوشي ۽ تحرڪ جو سبب بنجي، ان وقت
سمجهڻ گهرجي ته قوم اڳتي وڌڻ لاءِ تيار آهي.

فهمن

صدر محترم ۽ سائيوا

گذريل سال هن تاريخ ۽ ڏينهن تي ڪراچي ۾ گڏ ٿيا هئاسون. هٿين خالي، بي سروساماني جي حالت ۾، اسان جي انهيءَ سادي گڏجاڻيءَ حاڪمن جي دلين ۾ سوت جي ڌڪڻي پيدا ڪري ڇڏي، ۽ هنن جون پيشانيون، ڏپ گسـاڏڙ ڪاوڙ کان ڪال گرل جي بستري وانگر گهنججي ويون. نتيجي ۾ سنڌ وزاوت جي نئين گهوٽ، پنهنجي سڙسي جو مظاهرو ڪندي، گرفتارين جو هڪ نـه ڪٽندڙ پر جلدي ٽٽندڙ سلسلو شروع ڪرائي ڏنو آهي، جيڪو اڃا تـائين جاري آهي.

اسان گذريل سال سنڌ جي عظيم قومي اڳواڻ جي سالگره تي جيڪو وچن ڪيو هو، تنهن تي عمل ڪندي وٺ پڪڙ جي طوفان کان بيپرواه، وري گڏ ٿيا آهيون. اڄ ڪارونجهر کان ڪشمور تائين، اسانجي سوچ ۽ لوچ هڪ آهي. اسان جا ارادا جواني جي امنگن وانگر تازا آهن. اسانجي عمل ۾ تازگي، تـوانائي مضبوطي ۽ سچائـي آهـي. اسانجا مخالف انهيءَ ڇوڪريءَ وانگر، جيڪا خوبصورت مستقبل جي تمنا ڪئي گهران نڪري ۽ بازار حسن ۾ پهچي وڃي، پنهنجي اڻلي چار ۾ ڦاسي چڪا آهن. هر ظالم ۽ جابر حڪومت عوامي طاقتن جي اوسر کان هميشه خوف زده رهندي آهي، انهيءَ ڪري هو عوامي قوت جي نطري اپـار کي ڪيسن، وارنٽن، سزائن، گولين ۽ ڦاسين ذريعي هميشه ۽ دٻائڻ چاهيندي آهي. حقيقت ۾ جڏهن ڪابه حاڪم ڌر انهن ڪندين تي اچي اچي، تـه پڪ سمجهڻ گهرجي تـه هو اندر ۾ انتهائي بزدل آهي ۽ پنهنجي ڏپ کي لڪائڻ جا طـريقا استعمال ڪري رهي رهي آهي. اهي طريقا سندس ڪمزوري جو دليل آهن، خوف جو اقرار آهن، ۽ بزدلي جو اعتراف آهن. انهن ئي حربن، چالاڪين ۽ حرفتن جو استعمال، هو هن پيري بہ ڪندي، جو تـه جي. ايـم سيد جي سالگره تي قوم پرست ۽ وطن دوست طاقتن جو گڏجڻ، هن ملڪ جي رجعت پسند، بدبودار ۽ خونخوار حاڪمن، انهن جـي پـاـٽاريدارن سندن سائين ۽ ينگ پائيوارن لاءِ سوت جي علامت ۽ نشاني آهي.

هر غاصب ۽ ظالم، موت کان ڊڄندو آهي ۽ پنهنجي بچاءَ لاءِ هٿ
پير هڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. هو پهرين اسان تي ڪيس ڪن،
سزائون تجويز ڪن، ۽ پوري پاڪستان جو ڪاغذ اسانجي ڪيس
لاهڻ ۾ خرچ ڪن، مگر هو اسان کي جهڪائي نه ٿا سگهن،
پنهنجي نظر ۾ تان هٽائي نه ٿا سگهن. اهي ساڳيا ماڻهو سچائي اسانجي
فتح جا منتظر هوندا. دوستو! منهنجي اڄوڪي ڳالهه ٻولهه جو عنوان
آهي ”جي. ايم سيد جي خود داري“:

خود داري هڪ اهڙي وصف آهي، هڪ اهڙو قدر آهي ۽ هڪ
اهڙو گڻ ۽ جوهر آهي، جيڪو آفاقي ۽ دائمي آهي، انسانيت، ملڪن
قومن ۽ شخص لاءِ عزت، احترام، وقار ۽ مان جو سبب رهيو آهي.
جيڪي قومون، ملڪ ۽ شخص، انهيءَ گڻ کان خالي رهيا ۽ انهن
خودداريءَ کي بازار جي مٽائي سمجهيو، سي نه صرف انسانيت جي
مجموعي واڌاري لاءِ ڪارگر نه ٿيا، پر پنهنجي وجود کي برقرار رکڻ
۾ به ناڪام ويا آهن. انهيءَ ڪري قووه طبقن، حاڪمن ۽ غاصب
ماڻهن جو اهو دستور رهيو آهي، ته هو مظلوم ۽ محڪوم ماڻهن مان
انهيءَ گڻ کي نچوڙي ۽ نپوڙي ڪڍي وٺندا آهن. خود داري جو
مطلب آهي، ته اسان پنهنجي ذاتي حيثيت ۽ تاريخي طرح ۽ حالتن
کيس جيڪو ڪم سونپيو آهي، انجو پورو احساس رکون ۽ انهيءَ
احساس کي هر حالت ۾ باقي رکڻ لاءِ جو ڪجهه پيش اچي، تنهنجو
مڙس ٿي مقابلو ڪري، ڪنهن به حالت ۾ آنچ نه سچي، انهيءَ جو
باقي رکڻ ئي هن وقت سڀ کان وڏو اعزاز هجي.

خودداري جا ڪيترائي قسم آهن انهن مان شخصي خودداري ۽ قومي خودداري
وڏي اهميت جا حامل آهن. جي. ايم سيد انفرادي خودداري جو هن
ملڪ ۾ هڪ مثال قائم ڪيو آهي. هن هر انهيءَ شيءَ کي حقارت سان
ٺڪرائي ڇڏيو آهي، جنهن سان سندس خودداري کي ڌڪ لڳڻ جو
انديشو پيدا ٿيو هجي. هن پنهنجي شخصي وقار کي قائم ۽ دائم
رکڻ لاءِ وقت جي وڏين وڏين آڇن کي رد ڪري ڇڏيو آهي انهيءَ
سلسلي ۾ آءٌ به مثال پيش ڪندس:

(١) ستر جي چونڊن کان اڳ ڪن ماڻهن جي صلاح هئي، ته
جي. ايم سيد پيپلز پارٽي جي اتحاد سان ٺٽي ۾ گهٽ قومي
اسيمبليءَ جي سيٽ حاصل ڪري وٺي، پر سيد صاحب جو چوڻ هو ته

منهنجي لاءِ اليڪشن ۾ شڪست ايتري خراب نه آهي، جيتري پيپلز پارٽي جي معرفت اسيمبلي جي وڪنيت حاصل ڪرڻ.

ٻيو دفعو اليڪشن کان پوءِ بنگله ديش مان هڪ ليڊر آچ ڪئي ته، سيد صاحب. مجيب الرحمان جي خالي ڪيل سيٽ تان اليڪشن لڙي. انهيءَ پيڪش جي جواب ۾ سيد صاحب چيو ته مون ڪڏهن به ڌارين جي ڪلهي تي هٿ رکي بندوق نه هلائي آهي. بنگال مان اليڪشن ڪٽڻ، منهنجي اصول ۽ روايات جي خلاف آهي. مونکي جڏهن پنهنجي قوم ئي نه چونڊيو آهي، ته پوءِ اسيمبلي ۾ وڃي ڪهڙو چڱو نڙس منڊبس. اندازو لڳايو ته هڪ انسان جي خود داري، وقت ۾ پنهنجي عروج تي آهي، جڏهن ڪشمر کان ڪراچي تائين جا سياستدان اهڙي اسيمبليءَ ۾ وڃڻ لاءِ پنهنجو عيال ۽ آل گهورڻ لاءِ تيار آهن ۽ جن جو نعرو آهي ته "ڪرمي مرابده وڪفش برسرم بزن" يعني اسانکي ڪرمي ڏيئي جڏهن پوءِ پلي مٿي تي پادر هڻندا رهو. اهڙي وقت، اهڙي ماحول، اهڙي دور ۽ اهڙي سمي ۾ هڪ انسان پنهنجي جلال آڪيري جا ڪک گڏ ڪري، محلات تعمير ڪري رهيو آهي، صدين جي اجهاميل آڳ ڪي پنيت بنائڻ لاءِ صدين جي سودائي ماڻهوءَ وانگر ڏيڻڙي جي وٽ سوري وينو ۽ ڪوئي الستي چنگ چوري پيو. هنجي خود داري انڊي مٿاهين آهي، جو انکي جهڪائڻ لاءِ لاچ ۽ لوڀ جي هوا به پهچي نه ٿي سگهي. ڪير آهي، جو هن گندي ماحول، ابن الوقتي ۽ موقع پرستي واري سياست جي مٽي خاني مان پنهنجي پڳ سلامت ڪئي ويو هجي؟ هتي اديب جو قلم وڪڻو، عالم جو علم نيلام ٿيو، مولوين جون دستارون فروخت ٿيون؛ سياستدان جو ضمير اقتدار جي چڪيا تي چڙهيو، دانشور جي فڪر تي واڪ لڳو شاعرن جو ڪوتائون اطلاعات کاتي جا اشتهار بڻيون، ۽ پرهيزگارن جي چوغن جا بخيا نٽي پياء پر هي ماڪيءَ کان سنو ۽ زهر کان ڪوڙو، پوپٽ کان نرم ۽ فولاد کان سخت انسان، چٽي رهيو آهي، ته اسان پنهنجو دامن نپوڙيون ته فرشتا وضو ڪن. سندس انهيءَ خوبي ۽ خصلت کي ڏسي سنڌ جي عظيم شاعر نياز همايوني چٽي ڏنو، ته:-

"تنهنجو عشق اتساهون هر جابر جي ذات اڳيان،
تنهنجو عڪنڌ جهڪڻ جو ناهي ڪنهن بي لات منات اڳيان

آڏا آيــا ڏاڍ گهڻا پـر تــوکي الڪو اوڏو نـــاهي،
هر ڪنهن پنهنجو اصل ڇڏيو پر تنهنجي اصول کي لوڏو ناهي.

انهيءَ وضاحت مان اندازو لڳائي سگهو ٿا، جي. ايم. سيد جي ڪردار جي پختگيءَ ۽ طويل صبر آزما جدو جهد ۾ سندس استقامت جو، ڇو تـه جنهن شخص ۾ انفرادي خودداري نـه آهي، جنهن ۾ پنهنجي ذات جو احساس ناهي، جنهن کي انفرادي شخصيت کي محفوظ وڪڻ جو فڪر ڪونهي، سو اجتماعي خودداري تي ڪيئن سوچي سگهندو؟ جيڪو ماڻهو پـاڻ پئي جي محتاجي هر قدم تي نـه صرف قبول ڪرڻ لاءِ تيار هجي، پر انتي فخر ٿـو ڪري، سو قوم کي محتاجي مان ڪڍي، خود دار ۽ غيرت مند بنائڻ جو سوچي نـه ٿو سگهي. اسانکي هي ڳالهه سوچي ۽ سمجهي ڇڏڻ گهرجي، تہ جنهن ماڻهو هڪ دفعو پنهنجي خودداري قربان ڪئي، ۽ جنهنکي وڪامڻ جو مزو ۽ ملهه معلوم ٿيو، هو ڪڏهن بہ سڌري نـہ ٿو سگهي.

اها ڳالهه سون جي. ايم. سيد جي انفرادي خودداري متعلق چئي آهي. هاڻي آءٌ سيد صاحب جي قومي خودداري جي متعلق ڪجهه چوڻ چاهيان ٿو:-

١٩٤٥ع جو سن آهي، هندوستاني حڪومت جي گرمي جي دارالحڪومت، شملي جي ٿڌين هوائن ۾ ڀهل ابهر ڪندڙ شملي ۾ هندوستاني مسلمانن جو خود ساخته بابءِ قوم ويٺو آهي. پيشاني تي ڪاوڙ ۽ فڪر جا گهرا نشان اٿس، تہ هڪ نوجوان اعتماد ۽ بيخوفيءَ سان ڪمري جو آٽوميٽڪ دروازو کولي اندر داخل ٿئي ٿو، ۽ جناح صاحب سان ڪن سياسي مسئلن تي انتهائي جوش ۽ تيزيءَ سان ڳالهائي ٿو، اهو نوجوان جي. ايم. سيد هو.

جناح صاحب سندس گفتگو ٻڌي چوڻ لڳي ٿــو، تــہ "سيدصاحب سونکي تنهنجين ڳالهين مان بغاوت ۽ قوم پرستي جي بوءِ اچي رهي آهي، انهيءَ ڪري مان سمجهان ٿو تہ اسان جون واٽون جدا ٿيڻ تــي آهن."

سيد صاحب پنهنجي ڪتاب "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" ۾ لکي ٿو تــہ جناح جي انهيءَ چوڻ کان پوءِ منهنجي لاءِ ٻـہ رستا کليل هئا: هڪ طرف اهو شخص هو، جنهنکي آءٌ قائد اعظم چوڻ تي هريل هوس، جنهنکي هندوستاني مسلمانن جو نجات ڏيندڙ سمجهندو هوس ۽

ٻي طرف منهنجو ديس سنڌ هو.

اها سنڌ، جتي ڏيرهن پيڙهين کان منهنجي وڏن جون هڏيون پوريل هيون ۽ جنهن سرزمين کي منهنجي ابن ڏاڏن وهانئن لاءِ مقدس مقامن تي ترجيح ڏني هئي. اها سنڌ، جتي جا ماڻهو مدين کان سورن ۾ سڙندا پئي آيا. اها سنڌ، جتي جا معصوم ۽ ابهم ٻارڙا پيرين اگهاڙا علم جي روشني کان محروم هئا. اها سنڌ، جنهنجي انسانن کي هر دور ۾ بيدردي سان چچريو، ڪٺو ۽ غلام بنايو ويو هو. اها سنڌ، جنهن کي والديڪو بنائي، فاتحن، ٻين سان پئي ڏنيو هو. ۽ اها سنڌ جنهنجي قسمت جا فيصلا هن وقت به لکنو جا هٿ ٺوڪيا نواب ۽ دليءَ جا ٺڳ ڪرڻ چاهين ٿا. آءٌ ٻن ٻيڙين ۾ پئي ٻڏس ۽ ٽريس منهنجي خوش اعتقادي جي تقاضا هئي، ته جناح جو طرف وٺان ۽ منهنجي خودداري، قومي غيرت ۽ حب الوطني جي تقاضا هئي، ته سنڌ جو طرف وٺان. مون وطني محبت جي تقاضا کي مدنظر رکي، جناح ۽ انجي مسلم ليگ کان بغاوت جو اعلان ڪيو. منهنجي انهيءَ اعلان شرط، پوري هندوستان سان مونکي خط پهتا، ته ساري ديس جا ترقي پسند تنهنجي انهيءَ قدم جي حمايت ۾ آهن. پر جڏهن مون پنهنجو سفر شروع ڪيو، هر قدم تي جناح جي آمرانه ۽ عجلانه فيصلن ۽ قدمن جي مزاحمت ڪئي، ۽ مسلم ليگ جي جڙتو مسلم قوميت جي نظريه جا پردا چاڪ ڪرڻ شروع ڪيا، ته ڪوبه ترقي پسند مون سان شامل نه ٿيو. مسي ساٿي ساٿ ڇڏي ويا. ڪجهه نٽي پيا، ڪجهه لچڪي ويا، ۽ آءٌ اڪيلو رهجي ويس. اهڙي وقت ۾ شاه لطيف جي هن بيت منهنجي رهنمائي ڪئي ته:

> سکن واري سڌ، ستان ڪا مون سان ڪري،
> اندر جنهن اڻ، ڏونگر مسي ڏور سند ٻون.

مون سوچيو، ته اڄ جيتوڻيڪ اڪيلو رهجي ويو آهيان. ساٿهو ٻارن وانگر ڪوڙن وانديڪن تي هرڪجي، منهنجو ساٿ ڇڏ ويا آهن، پر مونکي يقين آهي، ته منهنجو ناتو سنڌ وطن جي تاريخ ۽ تهذيب سان ڳنڍيل آهي. منهنجي پنيان بيشمار تاريخي ۽ تهذيبي روايتون آهن. مونکي مهاراجا ڏاهر ۽ دولهه دريا خان جو رت پڪاري چئي رهيو آهي، ته اهوئي رستو آهي، جنهن سان سنڌ جي عوام کي حقيقي آزادي ملڻ ٻوڻ واري آهي. مون پنهنجي انهيءَ ناقابل تبديل

ٻئين جي روشنيءَ ۾ فيصلو ڪيو، ته سنڌ جو هي سٽل شير ضرور جاڳندو. اهي ميدان ۽ مانريون، اهي شهر ۽ واهڻ جتي ڪڏهن اسان جي ابن ڏاڏن جو وت وهيو آهي، جتان سنڌين جي ڳچين ۾ غلاميءَ جا زنجير وجهي، ايران ۽ عربستان جي گهٽين ۾ وڪيو ويو آهي، سي آزاديءَ جي ستوان جي گونج ۽ گرج سان تپي اٿندا. دوکي جي ديوار ڀڄندي، جهونا ڳڙه جهرندو، ڪاڪ ڪرندي ۽ سينڌرو موسل ماٺيندو. اهو آهي سيد صاحب جي تحرير جو سنهنجي لفظن ۾ مطلب.

(٢) تاريخ جو ورق وري ٿو. ڪراچي جي ايئر پورٽ تي يونين جيڪ بدران باز نظيني شهنشاهيت جي علامت وارو جهنڊو جهولڻ لڳي ٿو. ديسي ديس ڇڏي، پرديس پيڙا ٿين ٿا. سنڌ جي شهرن ۾ ليار جي وس جهڙي سڙي زبان سنڌيءَ جي بجاءِ ٿوهر ول جي ٻاڙ جهڙي ٻوليءَ جو واهپو شروع ٿئي ٿو. دليءَ جا ٺڳ ۽ واجدعلي جا وارث، ڪراچي کي ڪٽڻ لاءِ واڳون وارا وات ڦاڙيو اڳتي وڌن ٿا. سنڌ جو سسلمان، مسلمانيءَ جي آڙ جي ڀنڪين ۾ آهي. انهيءَ وقت هيءُ اڪيلو انسان آهي، جيڪو اسان کي سنڌ جي سياسي قبرستان ۾ عيسيٰ وانگر ”قم باذني“

(اي سنڌ وهوڙل وستيوا سنهنجي آواز سان سجاڳ ٿيو) جو نعرو هڻندو نظر ٿو اچي.

(٣) وقت پيل گاڏيءَ جي رفتار سان اڳتي وڌي ٿو. ١٩٥٣ع سنڌ اسيمبلي جي ايوان ۾ حاڪمن جي هشمتن کان بيپرواهه، نظرياتي زهر کان محفوظ اهوئي انسان، سنڌي ٻوليءَ کي سنڌ جي سرڪاري ۽ قومي ٻوليءَ بنائڻ لاءِ قرارداد پيش ڪري، اڪيلي سر پنهنجي زنده جاويد لفظن جي خوشبوءِ سنڌ جي فضا ۾ بکيڙيندي ۽ سنڌ جي سياسي ڪيت ۾ سچائي ۽ سونهن جا موتي پوکيندي چئي رهيو آهي:

”جناب عالي! مونکي پرواهه نه آهي ته سنهنجي اسيمبليءَ جي سيٽ وڃي ٿي يا بچي ٿي، پر سان سنڌ جي عوام جي آواز کي اوهان تائين پهچائي رهيو آهيان، ته سنڌي زبان کي هن صوبي جي سرڪاري ۽ قومي زبان بنائڻ جي اوهان تائيد ڪريو جيڪڏهن اوهان اڄ انهيءَ فرض ۾ گسئا، ته پوءِ ايندڙ سنڌ، جيڪا شاندار ۽ پاڻ ڀري هوندي، تنهن ۾ اوهانجو نالو غدارن جي لسٽ ۾ لکيو ويندو.“

دوستو! اوهان ٿورو انهن لفظن جي لهجي، اعتماد ۽ خود داريءَ تي غور ڪريو، ته آءٌ اوهانکي اچ کان چوڏهن سو سال اڳ جو هڪ واقعو ٻڌايان!

قريشي صاحب! رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم کي جڏهن سندس دشمنن لالچ ڏيڻ گهري، تڏهن پاڻ سڳورن جيڪو ڪين جواب ڏنو هو، سو هي آهي ته "جيڪڏهن منهنجي هڪ هٿ تي سج ۽ ٻئي تي چنڊ رکيو وڃي، ته به آءٌ پنهنجي فرض ادائي کان نه هٽندس ۽ مونکي يقين آهي ته اهو وقت جلدي ايندو، جڏهن آءٌ ڪامياب ٿيندس، ۽ هڪ عورت شام کان سون جي هڙ اڇلائيندي ايندي، پر ڪانئس ڪوبه ڦرڻ وارو نه هوندو". ٻنهيءَ ڳالهين ۾ جيڪو اعتماد آهي، گهٽ ۾ گهٽ مونکي انهيءَ ۾ ڪوبه فرق نظر ڪونه ٿو اچي.

(٤) ڇهرا بدلجن ٿا. دليءَ جي لڳڻ بجاءِ سندن جانشين پنجابي اڳتي وڌن ٿا. سنڌ جي نالي ۽ نشان مٽائڻ کان اڳ جي. ايم. سيد کي قيد ڪيو ٿو وڃي. سائن جي قيد مان آزادي ملڻ تي. ٻاهر نڪري، نظر ڪري ٿو، ته سنڌ جا زمين ۽ آسمان بدليل نظر اچنس ٿا. ذات سنڌي سياستدان ون يونٽ جي ڇنڪري ڪنواري سان لائون لهڻ لاءِ پنهنجي واري جي انتظار ۾ پنجابي نڪاح خوان وٽ قطار ڪريو بيٺا آهن ۽ سچي سنڌ وائڙي ٿي ڏسي رهي آهي.

سائين خود هڪ دفعو مونکي ٻڌايو ته ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ جدو جهد دوران هڪ دفعو آءٌ ان وقت جي گورنر جنرل سان مليس ۽ کيس چيم ته ون يونٽ ٽوڙيو. هن چيو ته ون يونٽ پاڪستان جي اتحاد لاءِ ضروري آهي، انهيءَ ڪري ٽوڙڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. سون چيو ته "جيڪڏهن توهان ون يونٽ نه ٽوڙيندوءَ، ته اسان پاڪستان ٽوڙينداسين."

وقت انهيءَ اعتماد ۽ خود داري جي سچائي، ٢٠ صديءَ جي سڀ کان وڏي واقعي جي صورت ۾ تاريخ جي صفحن تي هميشه لاءِ چٽي ڇڏي آهي.

(٥) ستر جي اليڪشن ۾ شڪست ملڻ کان پوءِ چند شاگرد رئندي جي. ايم. سيد وٽ وڃن ٿا، ته سائين جنهن قوم اوهان کي نه سڃاتو آهي، تنهنکي ڇڏي ڏيو. سيد صاحب جو جواب آهي ته "قوم مونکي نه سڃاتو آهي، پر مون قوم کي سڃاتو آهي. منهنجو

سانس ناتو الستي آهي. جيڪو فتح ۽ شڪست کان بالاتر آهي، سندن هر شڪست فتح جو پيش خيمو ثابت ٿي آهي. جناح پوري شڪست کان پوءِ حيدر بخش جتوئي ۽ شيخ اياز اهڙي آيا، جن قوم پرستي کي اڳتي وڌايو. هي شڪست وري کي اڻ موت انسان اپاريندي جيڪي سنڌو ديش جي قيام لاءِ جدوجهد ڪندا.[۲۹]

انهيءَ پوري سر گذشت مان اوهان ڇنهيءَ طرح سمجهي ويا هوندوءَ ته سيد اعظم، جناح سان بغاوت وقت جيڪو وچن ڪيو هو، تنهن مان سورهن جا ارڙهن آنا وفادار ۽ سچو رهيو آهي.

هتيءَ هڪڙي ڳالهه جي وضاحت ضروري ٿو سمجهان، اها هيءَ ته ڪامريڊ اسٽالن، ٻي جنگ عظيم وقت تقرير ڪندي چيو هو، ته يونان ۾ هڪ ديوتا هوندو هو، جنهن کي ڪشتيءَ ۾ ڪوبه ديوتا شڪست ڏيئي نه سگهندو هو. هڪ دفعي ڪشتي جي سالياني مقابلي ۾ ٻاهران آيل هڪ ديوتا اتي جي جادوگر کان يوناني ديوتا جي شڪست نه کائڻ جو سبب پڇيو، جنهن تي جادوگر جواب ڏنو ته انهيءَ ديوتا جا پير زمين کان مٿي نه ٿا کڄن، تنهنڪري هنکي ڪوبه ديوتا مات ڪري نٿو سگهي. ٻاهران آيل پهلوان ڪنهن ترتيب ۽ ترڪيب سان ناقابل شڪست ديوتا کي وارو ڪٽي زمين تان پير ڇڏائي، شڪست ڏيئي ڇڏي. ڪامريڊ اسٽالن انهيءَ مثال کي مدنظر رکي چوي ٿو ته جيڪي قومون ۽ فرد پنهنجي مادر وطن سان پنهنجو ناتو مضبوط ڳنڍيل رکن ٿا، تن کي ڪوبه مٽائي نه ٿو سگهي، ڪامريڊ اسٽالن جي انهيءَ مثال مان اوهان جي-ايم سيد جي ڪردار جو اندازو لڳائي سگهو ٿا، ته هو هر شڪست کان پوءِ اڃا اپريو آهي جيئن برسات کان پوءِ ڏٽ جا سلا. انهيءَ جو واحد سبب سرزمين سنڌ سان سندس لستتي انگ آهي.

مون اڳي هڪ دفعو لکيو هو ته پاڪستان جو حاڪم ٽولو، جماعت اسلامي کان ايڏو خوفزده ناهي، جيترو جي-ايم سيد ۽ سندس پيدا ڪيل تحريڪ کان. چو ته هن ٽولي کي خبر آهي ته جماعت اسلامي هوا ۾ بيٺل آهي ۽ اهڙيون ڪيتريون تحريڪون ختم ٿي ويون. جيئن خاڪسار ۽ مسلم ليگ. مگر جي-ايم سيد جي تحريڪ جون پاڙون هن مر زمين جي تاريخ ۽ روايت جي پاتال ۾ کتل آهن ۽ هن مهاراجا ڏاهر کان ولي شهيد عبدالرزاق سومري تائين جي قبرن تي آزادي ۽

حريت جا ڳالهه رکي، سنڌ جي حريت پسند تاريخ ۾ هڪ تسلسل قائم ڪيو آهي. اهڙي تحريڪ ڪذهن به ختم ٿي نه ٿي سگهي. انهيءَ ڪري منهنجي اوهانکي گذارش آهي، ته پنهنجي ليڊر جي نقش قدم تي هلو ۽ سندس تعليمات تي عمل ڪريو.

اسان جو ليڊر سادگي جو مجسو آهي پر اسان عرب رياستن جي بگڙيل شهزادن وانگر هوٽلن ۾ پئسا ۽ وقت ضايع ڪريون ٿا، اسان جو ليڊر مخالفن لاءِ به نيڪي ۽ محبت جا جذبا رکندڙ آهي ۽ اسان پنهنجي ئي سائين جي گريبانن مان وٺون ٿا. اهو اسان سهد جي فڪر تي عمل نه ٿا ڪريون پر الٽو انکي نقصان پهچائي رهيا آهيون.

جيئي جيئي سنڌ!



# واٽ ۽ لاٽ

شهدادپور جي سيڪنڊري استادن جي يونين جي نمائندن جي مان ۾ سنڌي ادبي سنگت شهدادپور طرفان ڏنل دعوت ۾ صدارتي تقرير —

هر غلام ۽ پٺتي پيل ملڪ جي سچار وچولي طبقي کي گهرجي ته هن جيڪو به علمي ۽ فني سرمايو غاصبن ۽ لٽيرن جي يونيورسٽين مان حاصل ڪيو آهي سو عوام جي بيداري ۽ آزاديءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏي.

فرانز فينن .

عزت لائق استاد و ۽ سائيو!

آءٌ سنڌي ادبي سنگت شهداد پور جو نهايت ٿورائتو آهيان، جو ان جي نوجوان ۽ پرجوش اديبن، استادن جي مان ۾ ڏنل دعوت ۾ مونکي شريڪ ٿيڻ جو موقعو عنايت ڪيو، جو آءٌ استادن جي سامهون سنڌن، پڙايل، سيکاريل ۽ پڙهايل سبق دهرايان، جيئن مونکي به خبر پوي ته آيا مون سنڌن سبق پڪو ڪيو آهي يا نه؟

حقيقت هي آهي ته دنيا جي ملڪن ۾ جيڪڏهن ڪو به فرد پوري سوسائٽي، معاشري ۽ ماحول ۾ عزت ۽ احترام، مان ۽ شان، وقار ۽ عظمت سان ڏٺو وڃي ٿو، ۽ جنهن کي ڏسڻ شرط انهيءَ قوم جي انسانن جون پيشانيون ان ماڻهو جي عظمت جي محرابن ۾ سجدا ڪرڻ لاءِ بيقرار هونديون آهن، سو صرف استاد آهي ۽ بس!

برصغير جي سڀ کان وڏي ۽ تهذيبي اهميت رکندڙ ملڪ ڀارت جو پهريون صدر بابو راجندر پرشاد، تعليمي ماهر هو ۽ ٻيو صدر راڌا ڪرشن استاد هو. ٽيون صدر عزت ماب ڊاڪٽر حسين پڻ استاد هو. آمريڪا جو ڪو به صدر جيڪڏهن صدارت تان لٿو آهي، ته ان ڪنهن ڪاليج ۽ يونيورسٽي ۾ پروفيسر ٿيڻ پنهنجي لاءِ صدارت کان به وڌيڪ مان ۽ مرتبي وارو سمجهيو آهي. جو ته اتي جي ماڻهن کي استاد جي اهميت ۽ حيثيت جي پروڙ ۽ پرک آهي ۽ هنن کي خبر آهي ته سياڻي جو ڊاڪٽر، انجنيئر، سائنسدان، فلاسفر، سياستدان، نفسياتي ماهر، ڪامياب واپاري ۽ اقتصاديات جو ماهر هڪ عظيم استاد جي ئي تعليم ۽ تربيت جي ذريعي پيدا ٿي سگهي ٿو. اهوئي سبب آهي ته عوام دوست ۽ عوامي ڀلائي چاهيندڙ ملڪن ۾ قومي بجيٽ جو وڏي ۾ وڏو حصو تعليم تي خرچ ڪيو ويندو آهي ۽ استاد مالي طرح شاندار طريقي سان زندگي گذاريندو آهي. پر آهي ملڪ جتي جي حڪمران ٽولن، ڦورو طبقن ۽ غاصب جڻن جو مقصد صرف حڪومت ڪرڻ، عوام کي بکيو ڏکيو، جاهل ۽ بدحال رکي، ڪين هميشه لاءِ محڪوم ۽ مجبور ڪرڻ هوندو آهي، اهڙن ملڪن ۾

بجيٽ جو وڏو حصو فوج ۽ پوليس تي خرچ ڪيو ويندو آهي. اتي عزت فوجي سولجر ۽ پوليس جي سپاهي جي هوندي آهي. اتي مان وارو اهو هوندو آهي، جنهن جي هٿ ۾ ڏنڊو ۽ ڪلهي تي بندوق رکيل هوندي آهي. اهڙن ملڪن ۾ پڙهيل ماڻهو، استاد جي بجاءِ پوليس وارو ئي پسند ڪندو آهي ۽ گريجوئيٽ نوجوان پروفيسر ٿيڻ کان فوجي ڪئپٽن بنجڻ پنهنجي لاءِ مفيد سمجهندو آهي. اهڙن ملڪن ۾ استاد رڻائڻ ٿيڻ کان بهتر مختيار ڪار جي آفيس ٻاهران سر تي مٿان پريل جناح ڪيپ پائي، ٻگل چشمو چاڙهي، عريضي لکندو آهي. اهو سڀ انهيءَ ڪري آهي، جو اتي جا حاڪم طبقا نه چاهيندا آهن، ته عوام ۾ صحيح تعليم پکڙجي، ۽ ماڻهو پنهنجي زندگي جو شاناڻو رخ ڏسن، هنن کي پنهنجي حيثيت جو احساس پيدا ٿئي، هو ڦرلٽ، ظلم، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جو اصل نسل معلوم ڪري، پنهنجي خوشحال زندگي لاءِ مڙس ٿي ميدان ۾ مقابلي لاءِ نڪري نروار ٿين. حاڪم چاهيندا آهن، ته ماڻهو اڻ پڙهيل رهن، بيروزگار ٿي چور ۽ ڌاڙيل ٿين، جيئن انهيءَ نئين خون ۽ نسل کي گوليءَ جي ذريعي ختم ڪن. يا ته هو اسڪول جي اڌوري واهيات ۽ دقيانوسي تعليم مان وحشي، بيغيرت، بدمعاش ۽ بيرحم ٿي نڪرن، جيئن کين فيڊرل سيڪيورٽي فورس، فوج، پوليس، اسٽرائڪنگ فورس ۾ ڀرتي ڪري، سندن جسماني ۽ ذهني صلاحيتن جا گوڏا سم وانگر چٽي مفلوج بنائي ڇڏين تا ته هو ڪنهن ذهني ۽ اخلاقي حرڪت چرپر ۽ هلچل جا اهل ئي نه رهن. هو جيڪڏهن ڏسن ته صرف اشاري سان، ٻڌن ته وائرليس جو آواز هلڻ چاهين ته حڪم وسيلي، گفتگو ڪن ته گوليءَ جي زبان ۾ بس! نه هو نانگ بنجن. وڇون بنجن. بگهڙ ۽ ڪتا نه بنجن، پر انسان بنجن، اهو سبب آهي، جو هتي استادن کي پنهنجي گذر سفر لاءِ پنهنجي محنت جي معاوضي لاءِ ۽ پنهنجا ڏکيا سکيا ڏينهن ڪٽڻ لاءِ رستن تي مظاهرا ڪرڻا ٿا پون. پر نتيجي ۾ حڪومت کين ڇا ٿي ڏئي؟ پوليس جا ڏنڊا، گوڙها گيس، جيل، نوڪرين تان برطرفيون ۽ غليظ الزام ۽ گاريون! استاد ويچارو سينئي گهاٽين جي باوجود پنهنجو فرض پورو ڪري رهيو آهي، هو ڏسي ٿو پئي ته هڪ سبب سندس ٻارڙا ته تعليم کان محروم آهن. پر هو ٻوءِ به قوم جي ٻچن کي زيور تعليم سان سينگاري رهيو آهي. المير اهو آهي جو استاد لاءِ جيڪو

لفظ هتي استعمال ڪيو وڃي ٿو، سو انتهائي حقارت آميز ۽ خسيس حيثيت رکندڙ آهي. انگريزي جو لفظ ماسٽر ( Master ) جنهنجي معني آهي، پنهنجي فن، پيشي ۽ سبجيڪٽ ۾ ماهر. انگريزي ۾ سٺي ادب، بهترين شعر ۽ لاجواب افسانن کي "ماسٽر پيس" ڪري ڳڻيو ويندو آهي. اهو ماسٽر اسان وٽ ڦري ٿيو ماستر ۽ وڏيرن ۽ حاڪمن جي محاوري ۾ استاد يعني (ٽڪي جو ماستر) يا ماسترڙو يا ٺري ٻولي ۾ (ماستريو). سو سائين منهنجا! جيڪا هستي قومن وٽ عظمت جو مينار آهي، روشني جو ذريعو آهي، قومن جي اخلاقي، علمي ۽ ذهني لياقتن، اهليتن ۽ صلاحيتن جي علامت آهي ۽ قومي نفسيات جو اهڃاڻ آهي، تنهنجي عزت اسان وٽ اها وڃي بيٺي آهي. اهڙين حالتن ۾ اسان سڌرون ته ڪيئن؟ اسان ترقي ڪريون ته ڪهڙي نموني؟ تعليم عام ٿئي ته ڪهڙي طريقي سان؟

سڪندر يوناني جو قول آهي ته "ماءُ پيءُ ٻار کي آسمان تان لاهي هيٺ آڻيندا آهن، ۽ اهو صرف استاد ئي آهي جيڪو کيس فرش تان کڻي عرش تي پهچائيندو آهي، ذهني ۽ علمي ۽ فڪري طرح! پر اسان ته خود استاد کي آسمان کان لاهي، زمين جي ڪنهن گندي ٽڪري تي اڇلائي ڇڏيو آهي.

اسان استاد جون نظرون ڪتاب سان هٽائي، پوليس جي زندگي تي ڪپائي ڇڏيون آهن. انهيءَ صورت ۾ ٻار آسمان تي پهچڻ بجاءِ تحت الثريٰ ۾ ڪرندو. ٻارڙي جي حفاظت بجاءِ لڄن جو لٽيرو بڻبو. علم جو امرت پيئڻ بجاءِ چرس جا سوٽا هڻندو. زندگي لاءِ جدوجهد ڪرڻ بجاءِ وڏيري جا بوٽ پالش ڪندو. اسڪول وڃڻ بجاءِ سنڌيا جو گيٽ ڪيپر ٿيندو. لائبرري ۾ وڃڻ بجاءِ گٽن ۽ چڪلن ۾ ويندو يا فيڊرل سيڪيورٽي فورس ۾ ڀرتي ٿيندو، ڳالهه سڀني ڪڙي آهي!

معزز استادو! ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو هوم، ته فلسفي جو تعلق دماغ سان، سائنس جو جسم سان ۽ ادب جو واسطو دل سان آهي. دل جڏهن اداس ٿيندي آهي ته ميران ٻائي جي تنبوري جون تارون ٽٽي پونديون آهن ۽ ڪائنات ساري بنجي ويندي آهي. دل جڏهن مستيءَ ۾ ايندي آهي، ته ٻهاڙي جهرڻن سان سهاڳ جا گيت ڳائيندا آهن. دل جڏهن ڳائيندي آ ته آسمان ۾ اندرڌنش جا رنگ اڀرندا آهن. دل جڏهن پوڙ ۾ پرچي ايندي آهي، ته عاشق جو سر سارنگ جنم وٺندو

آهي ۽ دل جڏهن بغاوت ڪندي آهي ته هيمون ڪلاڻي پيدا ٿيندو آهي. اها ساڳي دل استاد وٽ سادي ۽ سفيد ڪاغذ وانگر ايندي آهي. اهو پوء استاد تي ڇڏيل آهي ته انهيءَ ٻار جي سادي ڪاغذ وانگر بيداغ دل تي ڇا ٿو لکي؟ انهيءَ ڪاغذ تي هو انجيل، گيتا ۽ قرآن به لکي سگهي ٿو، ”مين ڪئمف“ به لکي سگهي ٿو، ”پرنس“ به لکي سگهي ٿو ”داس ڪيپٽال“ به لکي سگهي ٿو، ”گيتان جلي“ به لکي سگهي ٿو، ”شاهه جو رسالو“ به لکي سگهي ٿو، ”موجوده سياسي مسئلا“ به لکي سگهي ٿو ته ”عظيم انسان“ پڻ.

ٻين لفظن ۾ آءٌ چوڻ چاهيان ٿو ته اهو تعليم ۽ استاد تي مدار رکي ٿو ته مستقبل جو انسان ڪهڙي نموني جو هئڻ گهرجي.

اسڪول ۽ ماحول، ميڪاولي، هٽلر، ميسوليني، فرانڪو، توجو، چيانگ ڪائي شيڪ، زار، سالا زار ۽ ٻين کي جنم ڏئي ٿو. ۽ اهو ٻيو استاد، اسڪول ئي آهي، جتان مارڪس، لينن، گانڌي، ٽيگور ۽ جي. ايم. سيد زندگي جو فلسفو کڻي اچن ٿا.

دوستو! ١٦ صدي يورپ ۾ جديد دور جي آغاز جي صدي آهي. هن صدي کان يورپي قومن نه صرف پنهنجي اندروني معاشرتي ۽ معاشي زندگي جي پراڻن قدرن ۽ روايتن کي آهستي آهستي اُکلائڻ شروع ڪيو، نه صرف پراڻي جاگيرداري نظام ۽ شهنشاهيت جي ونگن ۾ تبديلي آندي، پر پنهنجي صنعتي نظام کي مضبوط بنيادن تي بيهارڻ لاءِ ايشيا ۽ آفريڪا جي ملڪن، قومن ۽ حڪومتن کي مڪر، فريب ۽ طاقت ذريعي غلام بنائڻ، پنهنجي صنعت لاءِ ڪچو مال هٿ ڪرڻ ۽ پنهنجي ملڪن ۾ تيار ٿيل شين کي پنهنجي غلام بنايل ملڪن ۾ وڪڻڻ شروع ڪيو. اهو دور يورپ جي اڳتي وڌڻ جو سبب بڻيو، ته ايشيا ۽ آفريڪا جي ملڪن لاءِ ذلت، غلامي محڪومي خواري ۽ پسماندگي جو سبب بڻيو. انهيءَ دور هلندي، ساڳين مقصدن کي مدنظر رکي، انگريزن هن برصغير تي قبضو ڪيو. سنڌ تي انگريزن جي حڪومت جيتوڻيڪ ١٩ صديءَ جي وچ ڌاري باقاعدي طور چالو ٿي، پر سامراجين جا اثر هتي تمام اڳ۾ئي پوڻ شروع ٿي چڪا هئا. پهرين طاقت اچڻ شرط پراڻي نظام تعليم کي درهم برهم ڪري ڇڏيو ۽ انجي جاءِ تي هڪ اهڙي قسم جو نظام تعليم جاري ڪيو جيڪو سامراج جي مقصدن کي هٿي ڏيندڙ هو.

انهيءَ تعليمي سرشتي رائج ڪرڻ مان انگريزن جا ٻه مقصد هئا.
(١) پڙهڻ جو مقصد نوڪري. انگريزن کي خبر هئي، تہ غلام ملڪن ۾ ڌارين حاڪمن خلاف جدوجهد جي شروعات جيڪڏهن ٿي سگهي ٿي، تہ اها صرف پڙهيل ڳڙهيل ۽ باشعور طبقي مان ٿي سگهي ٿي، انهيءَ ڪري هنن تعليم جو مقصد محدود رکيو، اهو هڙ صرف نوڪريءَ ۽ نوڪري جيئن تہ حاڪمن جي هٿ ۾ هئي، تنهن ڪري هنن تعليم کي ايترو محدود رکيو، جو ايترا ماڻهو پڙهي سگهن، جن کي سرڪار نوڪريون ڏئي سگهي، جيئن اڻ پڙهيا ماڻهو بيروزگاري جي ڊپ کان حڪومت وٽ هميشه مجبور رهن ۽ ڪو بہ باغيانہ خيال دل ۾ نہ آڻين، جو سرڪار جي خلاف ڪا جدوجهد جنم وٺي سگهي. بدقسمتي سان انگريزن جي وڃڻ کان پوءِ ديسي سامراج بہ تعليمي سرشتي کي جيئن جو پوءِ تيئن باقي رکيو آهي. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو آهي، جو پڙهيل طبقو پاڙي ۽ ڌاريا عوام جي اڪثريت اڻ پڙهيل ۽ جاهل رهجي ويئي آهي ۽ انهن ٻنهيءَ ۾ سماجي ۽ معاشرتي سطح تي هڪ خال پيدا ٿي ويو آهي. انهيءَ خال ڪمترين ئي برائين ۽ خرابين کي جنم ڏنو آهي.

(٢) انهيءَ تعليمي سرشتي مان انگريزن جو ٻيو مقصد هو، پڙهيل ماڻهن کي سست ۽ ڪاهل بنائڻ. ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي پرآسائش زندگي ۽ آرام طلبي شاگردن کي ايتري قدر تہ سست بنائي ڇڏيو، جو هو پڙهڻ کان پوءِ انهيءَ زندگي ۾ سوني وڃڻ لاءِ تيار ڪونہ هئا، جنهن زندگي ۾ سندن سائٽ رهيا پيا هئا. پڙهيل جيڪڏهن هاري جو پٽ بہ هو تہ انهيءَ هر کي ويجهو وڃڻ نہ ٿي چاهيو. مزدور جو پٽ هو تہ اهو محنت مزدوري ڪري ماني کائڻ لاءِ تيار ڪونہ هو. هنکي نوڪري کپندي هئي يا ڪو اهڙو ذريعو جنهن سان بنان محنت جي آسائش ملي سگهي. اهو ساڳيو طريقو اڄ بہ جاري آهي. شاگرد وقت جي حڪومت جي دلالي ڪري، پرمٽون وٺي، عيش ڪن ٿا، پر محنت لاءِ تيار ڪونہ آهن. ڪنهن حڪومت خلاف جدوجهد ڪرڻ ۾ جن تڪليفن جو تصور آهي، انهن کي هو برداشت ڪرڻ لاءِ قطعي آمادہ نہ آهن. نتيجي ۾ سامراج جي دلالي ڪري بہ ٻنسو حاصل ڪن ٿا، اوهان استادن کي شاگردن مان انهن ٻنهيءَ بيمارين جو خاتمو آڻو آهي.

ٻڌي ڳالهه. سنڌ ۾ ڪنهن به تنظيم يا تحريڪ کي عام .انهن تائين پهچائڻ جو سڀ کان موءثر ۽ ڪارائتو ذريعو صرف استاد ئي آهن. هي ملڪ جنهن جو ٽن ڏوين طرفان، هڪ سوچيل سمجهيل سازش ۽ منصوبي تحت مسلسل استحصال ڪيو پيو وڃي، هتي جي عام ڳوٺاڻي ماڻهوءَ کي هن ٢٠ صديءَ جي سائنسي، سماجي ۽ سياسي فاعدن کان محروم رکيو پيو وڃي، هتي جي انسان کي ضروريات زندگي کان وانجهيل وڪڻ لاءِ هن دور ۾ ٿورو ٽولن غاصب طبقن ۽ بدمعاش حرفتي ماڻهن منظم نموني پنهنجو پروگرام ٺاهيو ۽ انتي عمل ڪيو آهي. هن عظيم الشان تهذيبي ورثو رکندڙ قوم ۽ ملڪ جو سياسي طرح پنجابي استحصال ڪري، آبادي جي بنياد، فوج جي طاقت ۽ سول سروس جي قابليت جي آڌار تي پنهنجو سامراج قائم ڪريو ويٺو آهي. هتي جي شاندار زبان ۽ قابل فخر تهذيب جو استحصال پناهگيرن جي حقير اقليت اردو زبان ۽ اسلامي تهذيب جي پر فريب نعرن ۽ نظرين ذريعي ڪري رهي آهي. معاشي ناهمواري جي هاڻي کي سنڌ جو وڏيرو پاڻي وٺيو آهي، انهن حالتن سنڌي ادب، تهذيب ۽ ماضي جي روايات کي ڪاپاري ڌڪ هنيو آهي. عوام تائين پهچڻ جا سڀ ذريعا: جهڙوڪ اخبارون ۽ رسالا، ريڊيو ۽ ٽيليويزن، سئنيما هائوس ۽ ٿيٽر، تقرير ۽ تحرير، سڀني تي مٺين ٽنهيءَ غاصب ڌرين جو قبضو آهي. جنهنڪري صحيح سوچ، آزاديءَ جو پيغام، قومي احساس ۽ وطن جي خوشحالي ۽ حريت جو سبق عوام تائين پهچائڻ سياسي ڪارڪن ۽ قومي ورڪر لاءِ انتهائي دشوار بنجي ويو آهي. سياسي ورڪرن جي چر پر ۽ گفتگو تي حاڪم طبقو اهڙي طرح چوڪسي سان نظرون کپايو ويٺو آهي، جيئن بازار حسن جو پڙوو نئين قاسايل طوائف جي چر پر تي نظر رکندو آهي.

اهڙي حالت ۾ استاد ئي آهن، جيڪي ڪوڪرا پار کان ڪراچي تائين ۽ ڪارونجهر کان ڪنڌ ڪوٽ تائين، هر ڳوٺ ۾ پنهنجي عوام، هارين، پورهيتن، ڪڙمين ڪاسبين، اوٺين ۽ ريڍارن سان رات ڏينهن لهه وچڙ ۾ ايندا رهندا آهن. اهو قدرت هڪ شاندار موقعو سنڌ لاءِ ميسر ڪري ڏنو آهي. اوهان استاد هن وقت سنڌ جي تاريخي فرياد کي جيڪڏهن ٻڌو ٿا ۽ اهو فرياد عوام ۽ پنهنجي شاگردن تائين پهچايو ٿا، ته اهو تاريخ جو هڪ شاندار باب ٿيندو ۽ وطن عزيز جو

سورخ اوهان جي انهيءَ بهترين ڪارنامي ۽ لاجواب ڪردار لکڻ کان سواءِ اڳتي وڌي نه سگهندو.

اوهان جاگرافي جي سبق ۾ اهو ڪجهه چڱي سگهو ٿا، جيڪي چوڻ لاءِ اسان کي پريسن تائين پهچڻ ڏکيو ٿي پيو آهي. اوهان تاريخ ۾ ابترو ڪجهه پڙهائي سگهو ٿا، جنهن جي هن وقت و بهين مديءَ جي مظلوم سنڌ کي ضرورت آهي ۽ جڏهن اوهان پنهنجي بهترين ذهني صلاحيتن کي ڏاهپ سان استعمال ڪيو، ته يقيناً غلام سنڌ آزادي لاءِ اٿي تيار ٿيندي.

اڳهوڙ ننڍ ۾ سڄي سنڌ ڪر سوڙي ٿيندي ۽ اهو فاصلو جيڪو دنيا جي قومن صدين ۾ طئي ڪيو آهي، سو سنڌ سالن ۾ طئي ڪري وٺندي. چو ته اوهانجي تربيت ۽ تعليم ذريعي سنڌ کي به ڪو ليڻن، ڪو مائو، ڪو هوچي من، ڪو ڊاڪٽر جي گوئيرا، ڪو سوئيڪارنو، ڪو نهرو، ڪو گانڌي، ڪو ٽيٽو، ڪو ناصر، ڪو بن باالله، ڪو ڪاسٽرو ۽ ڪو مجيب الرحمان ملي ويندو. ۽ جڏهن به ڪنهن قوم يا ملڪ کي مارڪس، گانڌي ۽ جي-ايم-سيد جي فلسفي ۽ فڪر تي عمل ڪرڻ لاءِ اهڙا ماڻهو ملي وڃن، ته پوءِ اهو ملڪ غلام، بيوس، مجبور ۽ ذَليل رهي نه ٿو سگهي. هو شاندار ۽ مضبوط قيادت جي رهنمائي ۾ صدين جا فاصلا سالن ۾، سالن جا مهينن ۾، مهينن جا، هفتن ۾، هفتن جا ڏينهن ۾ طئي ڪري وٺندو آهي. اهو تاريخ جو فيصلو آهي، اها هن صدي جي سڀ کان وڏي سچائي ۽ حقيقت آهي.

ٽين ڳالهه- جيئن ته اوهان استاد آهيو تنهنڪري اوهان سان ڪي تاريخ جا استاد هوندا، ڪي جاگرافي جا، ڪي حساب جا، ڪي جاميٽري جا، ڪي علم بدن جا، ڪي ادب جا ۽ ڪي سماجي اڀياس ۽ شهريت جا ۽ سونکي يقين آهي ته اوهان سان هر هڪ عزت لائق استاد پنهنجي پنهنجي فن جو ماهر ۽ مڪمل ڄاڻو هوندو. جيتوڻيڪ موجوده دور ۾ اهليت، لياقت ۽ حق جي بنياد تي نوڪريون نٿيون ڏيون وڃن، نوڪريون صرف وڏيرن جي پٽن، وزيرن جي چمچن، حڪمرانن جي لنڊي خوشامد ڪندڙن جي پٽن ۽ پوڻن کي ملن ٿيون. پر آءٌ سمجهان ٿو ته اهڙا نالائق ۽ نا اهل، سفارشي، ابن الوقت، ڪم چور ۽ قوم جا دشمن، استاد جهڙي مقدس پيشي ۾ ڪونه ايندا، چو ته انهيءَ پيشي ۾ هنن کي ڪابه حرام جي ڪمائي ڪانه ٿي ملي.

اهڙا ماڻهو اهڙين جاين تي ويندا، جتي ڪين ”هذا من فضل ربي“ ۽ بازاري ڪمائي ملي، جنهن جو شام جي وقت تي پنهنجن بيگمن، سريتن ۽ محبوبائن کي سينگاري، سرڪس جي گهوڙن وانگر وستن ۽ مارڪيٽن ۾ موڪلين. انهيءَ بنيادي ڪارڻ کي مد نظر رکندي، گهٽ ۾ گهٽ استادن ۾ اها اميد ڪري سگهجي ٿي ته هنن ۾ پنهنجي فن سان شوق ۽ محبت هوندي. اهڙي اميد جي آسري تي، آءٌ هڪڙي گذارش ڪندس. اها آهي، سنڌ جي تاريخ جي چند چاڻ ڪري انکي صحيح صورت ۾ پيش ڪرڻ بابت.

اسان جڏهن به سنڌ جي آزادي ۽ خود مختياري جي ڳالهه ڪريون ٿا ته پناهگير ڪميونسٽ ۽ انهن جا نقلي شاگرد اسانکي چون ٿا، ته پائي سنڌ جڏهن آزاد هئي، ان وقت به سنڌي حاڪمن ۽ قومي بادشاهن جي ظلم هيٺ پيڙجندي رهي، لٽبي رهي، لتاڙبي رهي. سنڌ تي صدين کان سک جو سورج طلوع ٿي نه ٿيو آهي. انهن ماڻهن جي ذهن ۾ بادشاه جو نمونو جيڪڏهن آهي ته اهو ئي آهي جيڪو روس ۾ زار شاهي ۽ هندوستان ۾ مغل سامراج جو هو.

هنن سنڌي بادشاهن جو نمونو، خوراڪ، بود باش، رهائش ۽ ماڻهن سان برتاءُ نه پڙهيو آهي، ۽ نه ئي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. آءٌ هتي صرف هيتري وضاحت ڪرڻ گهران ٿو ته توهان جڏهن عباسي بادشاهن جو ذڪر تاريخ ۾ پڙهو ٿا، ته انهن جي دستر خواني تي هزارها قسمن جي کاڌن ۽ شرابن جو موجود هئڻ به ملي ٿو. انهن جي محلات جي شان شوڪت ۽ باندين جي جهرمٽ الف ليليٰ داستانن کي جنم ڏنو. اوهان مغل بادشاهن جي روبرو نکها قسمن جي طعامن جي موجودگي، سون چانديءَ جي ٿانون، بهترين عمارتن ۽ بيشمار تاج محلن، لال قلعن ۽ [illegible] جي موجودگي ڏٺي ته اوهان محمد غوري جي مرڻ کان پوءِ انجي ذاتي خرچ لاءِ گڏ ڪيل خزاني ۾ پنج سو من وڏو هيرا ڏسو ٿا، پر سونکي ٻڌايو سنڌ جي ڪنهن به حاڪم جي دستر خواني جو ذڪر توهان پڙهيو؟ سنڌ جي بادشاهن جي رهائش لاءِ اوهانکي ڪا شاندار رهائش گاه نظر آئي، جيڪا ڪروڙن جي خرچ سان تيار ٿي هجي؟ سونکي افسوس آهي جو جهانگير جون جايون ته سلامت آهن، پر چار نظار الدين جون جايون سلامت نه آهن. ريگستاني رياست جوڌپور جي راجا جي بنگلن ۽ سون جا پينگها ته

ملي سگهن ٿا ۽ سلامت رهي سگهن ٿا، پر ڄام پنهنجي جا نه. عمر سومري جو ڪوٽ ته آهي پر محلات نه ڪاٿي. غلام شاه جو قلعو ۽ سيٽ ته آهن، پر رهائش گاه جو ڪوٽ ته آهي، محلات نه ڪاٿي. سبب صرف هي آهي ته سنڌ جا حاڪم انتهائي سادا ۽ عوامي هئا. هنن جي رهائش ۽ خوراڪ سنڌ جي معماري ساڻهو جهڙي هئي، هنن نه اهڙا عياشي جا سامان گڏ ڪيا ۽ نه ئي عوام کي لٽيائون ڦريائون. هو عوام سان هئا، انهن جا خادم ۽ هنڌ ڏوکي هئا. هنن پنهنجو معيار زندگي اهڙو رکيو ئي ڪونه جنهن جي لاءِ مغلن وانگر رعيت جو رت چوسڻو پوي. سنڌ تي قبيلن جي پوري برادري جي حڪومت ٿيندي هئي، بادشاه جي مقرري ۽ معزولي پوري قبيلي جي مرضيءَ سان ٿيندي رهندي هئي. هنن جو وسيلو ناتو هيٺين طبقن سان هميشه ڳنڍيل رهيو.

ڄام نظام الدين پنهنجي پيءُ هڪ غريب فقير سان پرڻائي هئي. ڄام تماچي مهاڻن سان شادي، انهن کي پنهنجي برادري ۽ ساٿين ۾ داخل ڪرڻ لاءِ ڪئي هئي. سنڌ جي ماڻهو جو معيار زندگي، انهيءَ دور ۾ ايترو ڪڏهن به نه ڪريو هو، جيترو هاڻ نظر اچي ٿو. انهيءَ وقت سنڌ ۾ زراعت جو نظام انتهائي سادو هو. جتي وڏيري جو وجود به ڪونه هو، هر ساڻهو پوکيندو ۽ کائيندو هو. سال تي ان سان معمولي حصو بادشاهي انتظام لاءِ سرڪار جي حوالي ڪندو هو. اناج ابتري ته ججهي انداز ۾ پيدا ٿيندو هو، جو بادشاه ملازمن کي پگهار به روڪڙ جي بجاءِ اناج جي جنس سان ڏيندو هو. زراعت جو موجوده سسٽم انگريزن جي اچڻ کان پوءِ شروع ٿيو آهي. انهيءَ سان جيڪي خرابيون ٿيون پيدا آهن، انهن تي هر مهل وقت ختم ٿيڻ ڪري، آءٌ ڳالهائي نه ٿو سگهان، صرف ايترو عرض ڪندس سنڌ جي عوام لاءِ ڄام نظام الدين جو دور وڌيڪ چڱو هو، ذوالفقار علي ڀٽي جي دور کان. چڱو جيئي سنڌ!

انهن ڏتڙيل ۽ غريب ملڪن ۾، جتي بي انداز دولــــت جي چوڏاري بي انداز غريبي گهيرو ڪيو ويٺي هجي، اتي پوليس ۽ فوج حڪومت جا اهم ٿنڀا هوندا آهن- اهڙي پــوليــس ۽ فوج جنهنجي تربيت غير ملڪي ماهر ڪندا آهن. پوليس جي طاقت ۽ فــوج جي قوت انهيءَ حساب سان وڌيل هوندي جنهن حساب سان قوم ۾ جمود هوندو آهي- غير ملڪي هر سال ڏيندڙ قرض جي عيوض اهڙي ملڪ کان خودداري ۽ آزادي جي سوچ لوچ جون رعايتون ڦري وٺندا آهن.

اهڙي ملڪ ۾ بيشمار بدعنوانيون پيدا ٿينديون آهن. وزير امير ٿيندا وڃندا آهن. سنــدن بيگمون سونهــن سينگارن ســان سينگارجي گهمنديون آهن - پارليمنٽ جا ميمبر پنهنجا گهر ڀريندا آهن ۽ هڪ عام پوليس جي سپاهي کان وٺي ڪسٽم جي معمولي آفيـــسر تائين ڪوبه نه هوندو آهي جيڪو بد عنوانيءَ جي لعنت جــي انهيءَ عظيم جلوس ۾ شريڪ نه هجي.

فرانز فينن

# ڀيڙو آهي ڀنيرڪو، جر جرڻو جرڪو
# آجو ٿيندو هرڪو، هر مزدور ڪسان
# سنڌو ديس مهمان!

مبدو محترم، نوجوان ساٿيو!

آءٌ اوهان جو دل جي گهراين سان ٿورائتو آهيان، جو اوهان مون کي قومي جمهوري قوتن جي ڪانفرنس ۾ پنهنجي خيالات جي اظهار جو وقت ۽ موقعو ڏنو آهي. آءٌ ان وقت ۽ موقعي مان فائدو وٺندي، ڪن ڳالهين جي وضاحت ڪرڻ چاهيان ٿو.

پهرين ڳالهه ته اڄ جي گڏجاڻي ۾، ٿورخم ڪان وٺي ننگرپارڪر ستونگ ڪان وٺي ڪوڪراپار تائين، مختلف ماڻهو، قافلا جمهوريت جا مختلف پانڌيئڙا ۽ ڏار ڏار تنظيمن جي نمائندگي ڪندڙ اهي بهادر ۽ دلير، جرئتمند ۽ جاڻا انسان، لوهي لنگن وارا هاري، فولادي ارادن جا مالڪ مزدور، گلاب جي پنکڙين، جهڙي جسم جون مالڪ ڀينرون انساني زندگي جي روشن مستقبل جي ترجماني ڪندڙ شاعر ۽ معاشري جي ناسورن کي اگهاڙو ڪري پيش ڪندڙ اديب، سڀ اچي گڏ ٿيا آهن. اسان سڀني جو مقصد هڪ آهي. اسان سڀني جا ارادا هڪ جهڙا آهن. اسان سڀني جي منزل هڪ جهڙي آهي. اسان جا سور ۽ پور هڪ جهڙا آهن. اسان کي هڪ ئي ماڳ تي پهچڻو آهي، ۽ اهو آهي انسانيت جو شاندار مستقبل. زمين تي زمين جي اصلي وارثن جو جو راڄ ۽ هن ڪائنات تي پورهيت جي حڪمراني انهيءَ ماڳ تي پهچڻ لاءِ اسان جمهوريت جي جدوجهد هلائي رهيا آهيون. اسان چاهيون ٿا ته قلمن تي پهرا نه هجن، وستن تي پوليس ۽ فيوڊل سڪورٽي فورس جي درندن جون لائينون لڳل نه هجن، ته جيئن اسان کي پنهنجي بهادر ۽ دلير عوام سان ملڻ جي سهوليت ٿئي. اسان هنن جا ڏک ۽ سور ٻڌي سگهون، حال اوري سگهون. هنن جي گهرن، ڇپرن ڀاڙن ۽ ڪپتن ۾ رهي، سندن سڃڻ ۽ مشڪلاتن جو

هلي پڌائي سگهون، ڪين پنهنجي حقن حاصل ڪرڻ جي لاءِ عظيم
جدوجهد شروع ڪرڻ لاءِ پنهنجو تعاون همدردي ۽ مدد آڇي سگهون.
اڄ حالت هي آهي، جو اسان هن سر زمين جا سچا ۽ حلالي فرزند
هن ئي سر زمين تي لڪ چوري جي زندگي گذارڻ تي مجبور آهيون.
اسان جا گهٽ ۽ گهيڙ روڪيا ويا آهن. اسان جي چر پر تي سي -
آءِ - ڊي جا ڪتا ڪرڙي نظر رکيو ويٺا آهن ۽ حڪمران ٽولو اسان
جي عوام سان ملڻ تي انهن چوڪسي رکيو ويٺو آهي، جيئن رقيب
محبوب تي رکندو آهي. ۽ اهي ماڻهو جيڪي هن سر زمين جا سچا
۽ حلالي ٻچا نه آهن، ڌارين جا دلال آهن، عوام جا دشمن آهن،
ڪنهن نظام، نظريي سان وفاداري بجاءِ صرف ڪرسي، پنهنجي پيٽ
۽ پنهنجي اقتدار سان وفادار آهن، سي هن ملڪ ۾ انهن آزادي سان،
دٻدٻي سان ۽ غرور سان هلي ۽ گهمي رهيا آهن، جيئن نادر شاهي
لشڪر دهليءَ ۾ قتل عام ڪرڻ کان پوءِ بيوس هندستانين جي لاشن تي
گهمي رهيو هو. هن ٽولي هن بدقسمت ملڪ جي عوام جي تمنائن جي
شيشن کي فيڊرل سڪورٽي فورس جي ڏنڊن سان پيچي پوري، انهن
ئيڙي پکيڙي ڇڏيو آهي، جيئن ١٨٥٧ع ۾ مغليه شهزادين جي عصمتن
جي آبگينن کي برطانوي فوجي سپاهين لٽي ڇڏيو هو. انهي ڪري،
اسان چاهيو ٿا ته انهن خرابين جو ازالو ڪيون ۽ انهن رڪاوٽن
کي هٽائي، آزادي سان پنهنجي عوام سان ملون. موجوده نظام ۾
جمهوريت سان مقصد صرف اهو آهي. جمهوريت اسان جي منزل ناهي.
جمهوريت منزل تي پهچڻ لاءِ هڪ ڏاڪو آهي، رستو آهي ۽ وسيلو
آهي، ان عظيم الشان مقصد کي حاصل ڪرڻ جو. ۽ اهو مقصد آهي
غريب ۽ مسڪين ماڙو ماڻهو جي حڪومت هن ملڪ ۾ قائم ڪرڻ.

ٻي ڳالهه - حڪمران ٽولو مختلف علائقن ۽ صوبن ۾ مختلف
دوائون ڪري ٿو. سنڌ ۾ سنڌي سڌائي ٿو، پنجاب ۾ پنجابي،
پختونستان ۾ مسلمان ۽ بلوچستان ۾ آزادي جو علمبردار. سنڌ ۾ اسان
جڏهن به ڪو احتجاج ڏئي ڪيو آهي، ته هن سوي ڪاڏل نظام جي
محافظن ۽ ميڪاولي جي روحاني شاگردن هميشه اهو چيو آهي، ته پاٿو،
ادا، اسين سنڌي آهيون. سنڌ جي خدمت ڪرڻ اسان جو ايمان آهي.
آئون ذوالفقار علي ڀٽي کان پڇڻ چاهيان ٿو ته جناب والا! توهان سنڌ جي
خدمت ۽ حفاظت جي دعويٰ ڪرين ته ٽولي پاڪستان جو اقتدار

ملي. راجا ڏاهر سنڌ جي حفاظت جو نعرو هڻي، ته ان کي شهادت ملي. تون سنڌ جي خدمت جي داڳ هڻين ته توکي اسلام آباد جي ڪرسي نصيب ٿئي ۽ دريا خان سنڌ جي بچاءَ جو اعلان ڪري ته ان کي تلوار جا گهاءَ نصيب ٿين. تون سنڌ جي محبت جي هام هڻين ته توکي آل عيال سميت عيش ۽ نشاط ملن ۽ سائين جي. ايم سيد جيڪڏهن سنڌ سان محبت جو قسم کڻي ته ان کي زندان ۽ زنجيرون پلئه پون. تنهنجا سيڪاريل طوطا جيڪڏهن سنڌڙي سان جنڊڙي لڳي چون ته انهن کي وڏيون وزارتون ملن ۽ اسان جيڪڏهن سنڌ جي خدمت جو اعلان ڪيون ته اسان جي مائرن جي چوٽين ۾ وسا ۽ پيرن جي ڳچين ۾ پٽڪا وجهي عالماڻي جهڙا بيغيرت خسيس آفيسر (ڊي - ايس - پي) ڏاڻن ۾ بند ڪن، مون کي ٻڌايو ته اهو تضاد ڇو؟ اهو ان ڪري ته توهان سنڌ سان سچا ناهيو. توهان هتي جي عوام سان وفادار ناهيو. توهان جي رڳن ۾ مادر وطن سنڌو جي ٿڃ نه پر وطن آمريڪي بولڻ جو پائوڊر ٿو ڊوڙي توهان هن ملڪ لاءِ اهائي حيثيت رکو ٿا. جيڪا فيروز شاه تغلق، خان خانان ۽ چارلس نيپئر جي هئي. آءٌ جتوئي صاحب کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته جنهن ڪرسي تي تون ويٺو آهين، ان تي جيڪو رنگ ۽ روغن لڳل آهي، اهو صدين جي شهيد سنڌين جو مقدس رت آهي ۽ هزارها انسانن جي معصوم آرزوئن ۽ اسنگن جي گلڪاري ٿيل آهي. اسان انهيءَ ڪرسيءَ تي ڪنهن ڪرڙ ڪانڊيري کي ڏسڻ چاهيون ٿا. اسان اها اهڙي سانحوءَ کي جي هيٺ ڪڏهن به برداشت ڪرڻ جي لاءِ تيار ناهيون، جيڪو ماڻهو سنڌي عورتن ۽ سنڌ جي ڪارڪنن جي پيرن جي وارنٽن تي دستخط ڪندي، ذرو به شرم محسوس نٿو ڪري. حقيقت ۾ اهي دستخط حڪمران ٽولو پنهنجي ايندڙن نسلن جي خاتمي جي دستاويز تي ڪري رهيو آهي. انهن کي به هڪ ڏينهن عوام جي عدالت ۾ پيش ٿيڻو پوندو ۽ ان ڏينهن انهن جي گريبانن ۾ مظلوم مائرن ۽ ڏکويل ڀيڻن جا هٿ هوندا. ڪين ڪابه جاءِ پناه نه ملندي، ڪوبه آمريڪي جهاز هنن کي کڻڻ لاءِ نه ايندو. ان ڏينهن انهن جو ڪهڙو حال هوندو؟ شايد هينئر اهو تصور ڪري نه سگهن.

ٽين ڳالهه. حڪمران ٽولي جي مختلف دعوائن سان هڪ دعوي هيءَ به آهي، ته هي عوامي حڪومت آهي. انهيءَ دعوي تي آءٌ

وڏيڪ ڏيڪا نپٽي ڪرڻ کان سواءِ، صرف هيترو عرض ڪندس ته
هي عجيب ڳالهه آهي ته جيڪڏهن روس ۾ عوامي حڪومت قائم
ٿئي ته ان لاءِ چوڏهن سال مشڪل جدوجهد سان ڳڻ لکها انسانن
جون قربانيون ڏيڻيون پيون، رت ۽ باه جي دريائن مان اڪرڻو پيو،
ڦاسين جي ڦندن ۾ لٽڪڻو پيو. تنهن کان پوءِ عوامي حڪومت قائم
ٿئي. چين ۾ جيڪڏهن عوامي حڪومت قائم ٿئي، ان لاءِ سالن جي
جدوجهد ۽ ١٣ لک شهيدن جي رت جو نذرانو ڏيڻو پيو، تنهن
کان پوءِ عوامي حڪومت قائم ٿئي، الجزائر ۾ عوامي حڪومت
لاءِ ١٦ سال جدوجهد ۽ ڏه لک ماڻهو قربان ڪرڻا پيون، پوءِ عوامي
اچي، بنگلا ديش ۾ ٢٥ سال جدوجهد ۽ ٣٠ لکن انسانن جي لازوال
قرباني عوامي حڪومت جي راه هموار ڪري ۽ ويٽنام ۾ سو ساله
طويل جدوجهد ۽ چاليهه لک هارين ۽ مزدورن کي شهادت جو جام
پيئڻو پيو. پر هي عجيب ڳالهه آهي ته پنهنجو صاحب ۽ پيپلز پارٽي
جي ماڻهن جي قرباني (حق نواز گنڊاپور ۽ ڊرائيور ابراهيم) ٣ مهنا
جيل ۽ ڏيڍ سال ڳلا ڦاڙي تقريرون ڪرڻ سان عوامي حڪومت قائم
ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. يا ته دنيا جي تاريخ ڪوڙي آهي، انهن اڏول
۽ اڻٿڪ انسانن جن آفريڪا جي صحرائن ۾، روس جي برفزارن ۾،
ويٽنام جي جهنگلن ۾، چين جي پهاڙن ۾ بنگلا ديش جي کيتن ۾
پنهنجو مقدس رت هاريو ، سي ڪوڙا آهن، يا عاليجناب قائد عوام ۽
سندس چاليهه چور ڪوڙا فريبي ۽ مڪار آهن. انهن ٻنهي ڳالهين
مان هڪ ضرور آهي. اسو ماڻهن تي ڇڏيل آهي ته هو ڪنهن کي
ڪوڙو ۽ ڪنهن کي سچو سمجهن، پر منهنجو يقين ۽ ايمان آهي ته
تاريخ ڪوڙي ٿي نٿي سگهي، تاريخ جو عمل ڪوڙو ٿي نٿو سگهي،
شهيدن جو مقدس رت ڪوڙو ٿي نٿو سگهي. باقي ٻيو سڀ ڪجهه
ڪوڙو ٿي سگهي ٿو. سڀ ڪجهه ٿي سگهي ٿو. موجوده
حڪمران ٽولو عوامي حڪومت جي نالي ۽ نعري ۾ تقرير ۽ تحرير
تي بندش وجهي ٿو، مزدور کان هڙتال جو حق ڦري وٺي ٿو. اديب
کان قلم جو حق کسي ٿو، ۽ اخبارن تي بندشون وجهي ٿو. پر پوءِ
چوي ٿو ته هي سڀ ڪجهه عوام جي مفاد وٽان آهي. آئون هنن کي
گذارش ڪندس ته اوهان عوام کي اهو ڪجهه ڏئي ڇڏيو، جيڪو
روس ۾ عوام کي ڏنو ويو آهي، جيڪو يوگو سلاويه ۾ ڏنو ويو

آهي ۽ چين ۾ ڏنو ويو آهي ته پوءِ اسان ڏوهان جي هر ڳالهه قبول
ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. اسان پنهنجا قلم ۽ ڪاغذ اوهان جي حوالي
ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

چوٿين ڳالهه - موجوده دور ۾ حڪمران ٽولو ۽ ان جا اتحادي
وڏي زور ۽ شور سان نظريه پاڪستان جي تبليغ ۾ رڌل آهن. پوءِ اها
تبليغ ڪهڙي ٿي سهي. پاڪستان مسلم عوام جي ووٽن هندو ۽ انگريز
جي جمهوريت نوازيءَ سبب وجود ۾ آيو. بر صغير جي مسلمان ووٽ
جي ذريعي مطالبو ڪيو ته اسان کي برصغير ۾ ڌار حڪومت ڪرڻ
جو حق ڏنو وڃي. انگريزن ۽ انڊين نيشنل ڪانگريس جي دوانديش
رهنمائن مسلم عوام جي راءِ جو احترام ڪندي، انهن کي ڌار آزاد
حڪومت ڪرڻ جو موقعو ڏني، بر صغير جو ورهاڱو قبول ڪيو.
انهن، مسلم عوام جي راءِ کي ورتي، فوج ڪشي ڪري، ڏمڪن ۽
بمن جي ذريعي مسلم عوام کي انهي ووٽ ڏيڻ جي سزا نه ڏني، فوجي
ايڪشن نه ڪيو. نتيجي طور هندستان ۽ پاڪستان جا جهنڊا گڏ
جهولڻ لڳا. پر اي نظريه پاڪستان جا ٺيڪيدارو! اوهان بنگله ديش
جي بهادر عوام کي پنهنجي آزادي جي لاءِ ووٽ ڏيڻ جي جرم ۾
تاريخ جي وڏي قتلام گهر ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. اوهان انهي جي
معصوم ۽ ڪنول جهڙين نازڪ بنگالي نارين کي پنهنجي هوس جو
نشانو بنايو. اوهان ابهم ٻارن کي سنگينن ۾ ٽنبي، انسانيت جي ڳلن
تي ڪي ڇڏيو. اوهان بلوچستان جي عوام کي ووٽ ڏيڻ جي سخت
ترين سزا ڏني ۽ هنن جي نسل ڪشي ڪئي. اوهان پختونستان جي
دلير ۽ جانثار انسانن کي پڻ سڌائون جي جرم ۾ حڪومت ڪرڻ کان
محروم ڪري بس جو دونهون پوري ملڪ ۾ پکيڙي ڇڏيو. اوهان
انهن سانهن کي جيلن ۾ وڌو. جن پاڪستان ٺاهڻ لاءِ ووٽ ڏنو.

سنهنجو والد جيل ۾ آهي. پيغام جو ايڊيٽر مسٽر خادم لاکير انهيءَ
سان سلوڪ ويو ته سنهنجي والد سادگي سان خادم کان پڇو ته "ايا
مون ڪڏهن چوري ڪانه ڪئي. مون ڌاڙو ڪونه هنيو آهي مون
نه سمگلنگ ڪانه ڪئي آهي، آهي، مون ڪڏهن پنهنجي محنت
کانسواءِ بي ڪنهن ناجائز طريقي سان هڪ پئسو به حرام جو نه ڪاڏو
هوندو. ته پوءِ آخر مون کي جيل ۾ ڇو وڌو ويو آهي؟ وڏي ڳالهه ته
[illegible] ۾ [illegible] ڪانگريس جي [illegible] ۾ مسلم ليگ کي ووٽ ڏنو هجو ۽

پاڪستان لهڻ وقت سون زندگي جي بهترين ۽ آخري نماز به رڪعتون نفل پڙهيا هئا. ڇا سون کي ان ڪري جيل ۾ وڌو ويو آهي ته سون پاڪستان کي ووٽ ڇو ڏنو؟ ڇا سنهنجو ڏوهه پاڪستان کي ووٽ ڏيڻ ئي ته ناهي؟ جنهن ڏوهه جي سزا سون کي هندو ۽ انگريز ڏني نه سگهيا ان جي سزا سون کي قائداعظم جا جانشين ڏئي رهيا آهن."

ان ڳالهه تي پيغام جو ايڊيٽر صرف ان بوڙهي ماڻهو جي نظرن ۾ ئي ڏسندو رهجي ويو. توهان ماڻهن جي انهن راين مان اهو اندازو لڳايو ته سنڌ جو عوام مهاتما گانڌي، جواهر لال نهرو ۽ لارڊ مائونٽ بيٽن کي توهان کان وڌيڪ انصاف پسند ۽ جمهوريت نواز سمجهڻ تي مجبور ڇو ٿيو آهي؟ ڪٿي اهو احساس اوهان جي بد اعمالن ڪري هن پوري ملڪ ۽ عوام جي لاءِ نقصانڪار ثابت نه ٿئي. سون کي يقين آهي ته اوهان کي به جنرل ٿيو ۽ لون نال وانگر هڪ ڏينهن پنهنجي آقائن کان زندگي جي بيک مگڻي پوندي ۽ توهان جون اهي بيند ماسترن واريون ورديون ويم گهر ۾ پيل ڪپهه وانگر گندگي جي ڍيرن تي اڇلايون وينديون. اهو تاريخ جو فيصلو آهي، ائين ٿيندو آيو آهي ۽ ٿيندو رهندو. جيڪڏهن ڪمزور بنگالي بانس جي ڏنڊن سان ايشيا جي بهترين فوج کي گوڏا کوڙڻ تي مجبور ڪري سگهن ٿا ته هي خوب صورت اکين ۽ ويڪل مٿن وارا راءِ سهرس جا وارث، اڙٻنگه سنڌي، اوهان کي به مٿو ٽيڪڻ تي مجبور ڪندا. تاريخ عنقريب انهن سنڌين جي هٿن ۾ پاسو بدلائڻ واري آهي. ان ڏينهن کان بچو جڏهن سنڌ جو ماڻهو زبان جي بجاءِ کهڙي استعمال ڪرڻ تي مجبور ٿئي!

ڇڳو جيئي سنڌ

# پاتال ۽ پاڙون

### ڏوڪري ۽ ڏيل هڪ ڪچهري اندر
### سوال ۽ جواب

هيءَ حسين سر زمين اسان جي آهي، انجا
وارث ۽ مالڪ اسان ئي آهيون،
جيڪڏهن اسان هتان هليا وياسين
تہ انجو حسن مرجهائجي ويندو .

هن رمضان شريف جي مهيني ۾، دوستن جي هڪ ڪچهريءَ ۾ شريڪ ٿيڻ جي لاءِ، ڏوڪري وڃڻ ٿيو. جتي ٻن ڏينهن تي دوستن سان تمام ڀرپور ڪچهري ٿي، جن سان ڪجهه سوال جواب هتي ڏني رهيو آهيان. انهن سوالن سان ٢ سوال محترم غلام حيدر جويي پڇيا ۽ هڪ سوال محترم قربان ٻرڙي شاگرد چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻه پڇيو.

ته حيدر جويو ادا! اوهان اخبارن ۾ روز پڙهندا هوندو، ته سنڌ ۾ فلاڻي جاءِ تي ٻه قتل ٿيا، جيڪب آباد ۾ چار قتل ٿيا، سکر ۾ ٽي خون ٿيا، لاڙڪاڻه ۾ ٻه ماريا ويا. مهرباني ڪري توهان پنهنجي راءِ ۽ تجزيو ڪيو ته اهي انفرادي قتل ڇو ٿا ٿين؟ ۽ انهن جي پس منظر ۾ ڪهڙو جذبو ڪار فرما آهي؟

جواب: ادا منهنجي خيال ۾ انفرادي قتل ٿيڻ جو وڏو سبب عدالتن ذريعي ۽ سرڪار وٽان انصاف نه ملڻ آهي. هن ملڪ ۾ ڌاري زبان، وڪيلن جي ڳاڻي پڳن خرچن، قانون جي ورن وڪڙن ۽ وڏن ماڻهن جي اثر رسوخ، انصاف کي غريب ماڻهو لاءِ ناممڪن بڻائي ڇڏيو آهي. ڪيترائي خون ناحق آهن، جن کي انصاف جي سفيد چادر هيٺ لڪايو ويو آهي. ڪيترا اهڙا دماغ آهن، جن ۾ انصاف جي گهنڊ جا ٻي سرا نڪتا هٿوڙي وانگر لڳي رهيا آهن. ڪيتريون اهڙيون ڏنيون آهن، جن سان انصاف جي تمنا، وڪيلن جي پئسن سيڙڻ جي هوس جي پيٽ چڙهي وئي آهي. سنڌ جي غريب ماڻهوءَ وٽ نه ايترو پئسو آهي، جو وڪيلن جون فيون ڀري سگهي، نه ايترو وقت آهي، جو ڪورٽن جا چڪر ڪاٽيندو رهي، نه ايترو علم آهي، جو ججن جي ڪهڙي زبان سمجهندو رهي، ۽ نه اها حيثيت اٿس، جنهن جي ذريعي وڏيري پير، ۽ مير جو ڪيسن ۾ مقابلو ڪري سگهي. انصاف مهانگو ۽ دير سان حاصل ٿيندڙ آهي. انگريزن ديسي ماڻهن کي پريشان رکڻ ياڻ ۾ وڙهڻ ۽ هڪ ٻئي کي ختم ڪرڻ لاءِ قانون جو اهڙو سسٽم رکيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي غريب ماڻهو ڪورٽن جي وانگر سالن جا سال قاتل رهي ٿو ۽ وڏو ماڻهو ان قانون کي ٽوڙيو، ڏاڍين حاڪمن جي پشت پناهي سان ڇڪي وٺي سو ڪندو رهي ٿو. هن قانون ۾

ايتري ته پيچيدگي آهي جو آءُ نوهان کي هڪ مثال ڏيندس ته هڪڙي ماڻهوءَ ڪنهن ٻئي شخص تي ٢٩ روپين جي ڪورٽ ۾ دعويٰ داخل ڪئي. اهو مقدمو ست سال هلندو رهيو ۽ انهيءَ تي مدعي جو خرچ ٣٠٠ روپيا آيو. انهيءَ کان پوءِ اهو مقدمو ڪورٽ خارج ڪري ڇڏيو. هي واقعو اردو جي ڪتاب تاريخ جرم و سزا ۾ لکيل آهي. هتي ته ڏاڏن جي دعوائن جا فيصلا پڙ پوٽن کي ٻڌايا وڃن ٿا. ايتري دير ۾ جڏهن سنڌي ماڻهو ڏسي ٿو ته سندس پاڻ، پيءُ يا سوٽ جو قاتل مزي سان گهمندو رهي ٿو، جنهن سندس نئين گهوٽ پاڻ کي قتل ڪري ان جي ونيءَ کي بيوه بڻايو هيو، سو پاڻ سوڙ ٻڌيو سيج تي ويٺو آهي، يا انهن گهٽين ۾ مڇ سرونڍيندو ڏاڍي لئي بازي سان سيٽيون وڄائيندو وتي ٿو ۽ قانون انهيءَ معاملي تي بيوس ۽ مجبور نظر اچي ٿو ته انهي وقت سنڌي ماڻهو جي غيرت جيڪا انفرادي ٿي آهي، جوش ۾ اچي ٿي ۽ هو ٿڌي تي پلاند ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيو پوي. انگريزن کي اچڻ کان اڳ انصاف جو طريقو اهو هيو ته راڄ جا چڱا مڙس پاڻ ۾ گڏجي، هفتي ڏيڍ اندر فيصلو ڪري هڪ ٻئي کي سڱ ڏياري، هميشه هميشه لاءِ جهيڙي جو خاتمو ڪري ڇڏيندا هئا. هنن وٽ عام طرح سزا جا ٣ طريقا مروج هوندا هيا. پهريون :- مقتول جي وارثن کي قاتل کان سنگ ڏيارڻ. ٻيو قاتل کي پٽ پوٽ سان ڪڍي ڇڏڻ، ٽيون قاتل کي قتل ڪرڻ. پر اهي سڀئي ڳالهيون وقتائتيون ۽ جلدي ٿينديون هيون، ان ڪري وڏي پئماني تي خونريزي نه ٿيندي هئي ۽ مختلف راڄن ۾ ماٺ ۽ سڱا بندي جو سلسلو شروع ٿي ويندو هيو. انگريزن جي اچڻ سا پراڻو نظام ختم ٿي ويو ۽ هنن هتي جيڪو نئون نظام رائج ڪيو. ان مان هنن جو مقصد صرف عوام کي پريشان ڪرڻ هيو ۽ بس!- هاڻي وقت آيو آهي ته انهي انفرادي غيرت ۽ انتقامي جذبي کي اجتماعي صورت ڏني وڃي، جيئن اهڙو نظام وجود ۾ اچي سگهي، جنهن نظام تحت انصاف ۾ دير نه ٿئي. ۽ انصاف ڪنهن وڏيري پير، مير ۽ وزير جي اشاري تي، رقاصه وانگر نچندو نظر نه اچي. حقيقت هي آهي، جيڪا اسان جي سنڌ جي عوام کي سوچڻ گهرجي ته هنن انگريزن سامراجين ۽ انهن جي ڪارن جانشينن جي دور ۾ انفرادي قتل ۽ خونريزي ذريعي جهيڙيون جانيون وڃايون آهن ۽ رت هاريو آهي، اهو سڀ ڪجهه

جيڪڏهن اجتماعي مقصد جي لاءِ هاريو وڃي ها ۽ قرباني ڏني وڃي ها ته يقينن انصاف جي انڌي لٺ ۽ قانون جي سفيد چادر، جڃن جو ڪهرو آواز ۽ وڪيلن جي هيرا ڦيري هتي جي ماڻهن جي آرزوئن جو گلو گهٽڻ ۾ ناڪام ٿئي، پنهنجي آقائن ڏانهن موٽي وڃي ها.

حيدر جويو ٢ـ سوال ـ ڇا زميني نظام، جيڪو هن وقت سنڌ ۾ رائج آهي، سو انگريزن جي اچڻ کان اڳ به موجود هيو، جيڪڏهن نه ته ان ۽ هن نظام ۾ ڪهڙو فرق آهي ۽ انگريزن هي نظام ڪهڙي مصلحت تحت جاري ڪيو؟

جواب :ـ توهان پنهنجي سوال کي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي. پهريون حصو: ڇا انگريزن کان اڳ وارو ۽ هي نظام هڪ جهڙا آهن؟ ان جو جواب آهي ته نه ـ ٻيو حصو آهي ڪهڙو فرق آهي؟ان جو جو جواب هي آهي ته اڳي هتي زمينداري ٽڪرن ۾ ورهايل ڪانه هئي، پر سنڌي حاڪم ڪنهن ماڻهوءَ کي هڪ پرڳڻو جاگير طورڏني ڇڏيندا هيا. ان جو مطلب اهو هيو ته اهو ماڻهو انهن ڳوٺن ۾ انصاف قائم ڪندو هو. انتظامي بندوبست رکندو هو. زمين جيڪا هوندي هئي سا انهن راڄن جي ملڪيت هوندي هئي. جيڪو کيڙيندو هيو سو ڪمائيندو هو. جاگيردار سال پوري ڏيڻ تي هن کان ان جو هڪ خاص حصو وصول ڪندو هيو انهي ان کان ڪجهه هو پنهنجي ڪاڌي خرچ لاءِ ۽ ڪجهه مرڪز ڏانهن موڪليندو هيو ۽ باقي رهيل ان مقامي ماڻهن مان پرتي ڪيل سنڌس ذاتي لشڪر کي پگهار طور ڏيندو هيو. اهڙو نظام پوري سنڌ ۾ رائج هوندو هيو ۽ ڪنهن به جنگ وقت مرڪز طرفان سڏ ڏيڻ تي مقامي تعلقيدار، جاگيردار ۽ نواب پنهنجا راڄ ۽ سپاهي وٺي، دشمن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ شاهي فوج سان گڏ ڏيندا هيا. آبپاشي نظام جي بهتر نه هجڻ جي باوجود سنڌ جي تاريخ ۾ مون ڪڏهن به هي نه پڙهيو آهي، ته ٿر ۽ ڪوهستان ڪانسواءِ ڏڪار وگهي وڏي پيماني تي ڪي ماڻهو مئا ـ بائڻ جي ڪپڙي کان وٺي ڏڌ ولوڙڻ جي ماٽاڻي تائين هر شيءِ سنڌي ماڻهو پاڻ تيار ڪندا هئا.لونگيون کيس، گربيون، ڪٽا، جنڊي ۽ ڪاشي جو سامان، گج اجرڪون، ڪاڏي ۽ ململ ايتري انداز ۾ ٺهنديون هيون، جو ڏيساور ۾ به وينديون هيون. سنڌ جي هر گهر ۾، ڏليون رکڻ لاءِ ڳاڙهي سنجن، ڳاڙهيون کٽون، ڳاڙها پمنگها هوندا هئا، جن سان اسان جا

ڪيترا رومانوي داستان وابسته آهن، ۽ اسان جي لوڪ شاعري، خاص ڪري ڪٽ ۽ پنگهي جي ذڪر سان پري پئي آهي. مطلب اهو آهي ته سنڌ جو ماڻهو فاتحن جي حملن کان سواءِ زميندار نظام جي لعنت کان آجو پئي رهيو آهي. انگريزن اچڻ شرطن انهيءَ پراڻي نظام کي ختم ڪري، آبپاشي جي نظام کي بهتر بنايو. زمين جي تقسيم جو نئون ۽ نرالو طريقو ايجاد ڪيو ان نظام تحت زمينون واڍن، ٽپن، ديهن، ۽ جاگيرن جي صورت ۾ تقسيم ڪري، ڪن مخصوص ماڻهن کي ان جو مالڪ بنايو ويو. اهڙي طرح وهيل ماڻهو ڪيتي تي گذران هڻڻ ڪري، انهن مالڪن جا هاري بنجي پيا. اهڙي طريقي سان زميندار ۽ هاري به طبقا هتي وجود ۾ آندا ويا. زميندار مخصوص چند ماڻهو هيا، جيڪي انگريزن جا چاپلوس دلال ۽ وطن دوست قوتن جا دشمن هيا. هاري اها وسيع آبادي هئي جيڪا ڪابه چاپلوسي ڪرڻ جي لاءِ تيار نه هئي. اهو آهي ٻنهي نظامن ۾ فرق. اوهان جي سوال جو ٽيون حصو آهي ته انگريزن اهو نظام ڇو ايجاد ڪيو؟ ان جو جواب هي آهي ته انگريزن ديسي دلال پيدا ڪرڻ لاءِ اهو طريقو ايجاد ڪيو، جيئن انهن جي معرفت باقي آبادي تي ضابطو رکي سگهجي، واچن ۾ حريت پسندن کي پناه جي ٺڪاڻن کان محروم ڪري، انهن وڏيرن ذريعي جاسوسي جو بهتر نظام هلائي سگهجي. پيو سبب ته اسيمبلين اندر به اهي سندس دلال آڻائي، قانون سازيءَ کي به پنهنجي مرضي مطابق هلائي سگهجي ۽ وطن دوست قوتون اسيمبلين جي ايوانن کان به ٻاهر رهن ۽ ٽي سگهي ته وڃڻ وقت به ملڪ مخصوص طبقي جي حوالي ڪيو وڃي جيڪو بين الاقوامي سطح تي به سندن اشاري تي نچندو رهي ۽ ڪابه جاندار ۽ خود داري واري پاليسي اختيار نه ڪري سگهي. وقت آيو آهي ته سنڌ جو عوام ٻيهرين بديسي حاڪمن جي پشت پناهي کان انهيءَ طبقي کي محروم ڪري، پوءِ انهيءَ نظام جو خاتمو آڻي، ٻي صورت ۾ ويهين صدي ۾ به اسان ٻيهرين صديءَ عيسوي جي زندگي گذارڻ تي مجبور ٿيندا سين.

سوال ٽيون قربان پرگڙي :- سائين ڇيو وڃي ٿو ته سنڌي نوجوان نوڪرين ۽ واپار جي سلسلي ۾ پنهنجي ملڪ کان ٻاهر وڃڻ لاءِ تيار ناهن ان جو ڪهڙو سبب آهي؟

جواب :- ادا اهو چوڻ ته سو سيڪڙو سنڌي ماڻهو ملڪ کان

ٻاهر نٿا وڃن سو غلط آهي. سنڌي ماڻهو ملڪ کان ٻاهر ويا آهن ۽
ويندا رهن ٿا. دنيا جو اهڙو ڪوبہ ملڪ ڪونهي، جت اوهان کي
سنڌي نہ ملن. تازو مون برگيڊئر گلزار محمد جي ڊائري ”تذڪره
آفريڪا“ ۾ پڙهيو تہ آفريڪا جا ملڪ، ايٿوپيا، ڏاڪار، سيرالون
گني، ٽوگو، ڪانگو، انهن ملڪن ۾ ايشيائي زبانن مان جيڪڏهن
ڪا زبان عام طرح ڳالهائي وڃي ٿي، اها صرف سنڌي آهي، جنهن ڪري
مجبورن مون کي بہ انگريزي کان سواءِ اتي سنڌي ۾ ڳالهائڻو پيو.
ان مان توهان اندازو لڳائي سگهو ٿا تہ سنڌي ماڻهو ٻاهر وڃن ٿا يا
نہ؟ باقي هي حقيقت آهي تہ عام سنڌي نوجوان پاڪستان جي ٻين
صوبن ۾ سنڌ کان سواءِ وڃڻ لاءِ گهٽ تيار آهي. ان جو سبب انهن
صوبن جي ماڻهن جو رويو ۽ هلت چلت آهي. ٻي هڪ ڳالهہ جيڪا
آءٌ بيان ڪرڻ چاهيان ٿو، سا هي آهي تہ ماڻهن جي روزگار جي
وسيلن جي اڻاٺ هوندي آهي. انهيءَ ڪري ان ملڪ جا ماڻهو رزق
تلاش ۾ وطن ڇڏڻ جو وڏي ۾ وڏو سبب پنهنجي ملڪ ۾ روزگار جي
جي تلاش ۾ در بدر هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ۾، هڪ شهر کان ٻئي
شهر تائين، هڪ صوبي کان ٻئي صوبي تائين، هڪ ڪنڊ کان ٻئي
ڪنڊ تائين، ولندا، ڏڪا ۽ ڌابا کائيندا رهندا آهن. عربن جون ايشيا
۽ آفريڪا تي چڙهايون، آرين جي وچ ايشيا مان بر صغير ڏانهن لڏ
پلاڻ، منگولن ۽ ترڪن جا هندستان ڏانهن ڪٽڪ، اهي سڀ روزگار
جي تلاش ۽ پيسي گڏ ڪرڻ جي هوس ڪري وجود ۾ آيا، اها لڏ
پلاڻ انهن ملڪن ڏانهن ٿيندي هئي جن ۾ سيداني علائقن مان ٿي آهي، جتي درياهہ
۽ نهرون، ڍنڍون ۽ ڍورا، گهاٽا جهنگل ۽ سر سبز ساڙيون نہ هونديون
هيون يا سخت برف پوڻ ڪري، اتي زندگي گذارڻ محال ۽ مشڪل
ٿي پوندو هو، پر سنڌ، عظيم ”درياءَ سنڌ“ جي ٻنهي ڪنارن تي
آباد زمينون سٺيون، ساوڪ ۽ سبزي گهڻي، پيلا جهجها، برسات جام، ان
مڇي، پکي، اڻ ميو، ساوڪ ۽ سبزي بي انداز، اهي سڀ اهڙيون
شيون آهن جن جي هوندي سنڌ جي ماڻهوءَ ٻاهر وڃڻ جي ضرورت
ئي نٿي سمجهي. هي سر زمين صدين کان ساز ۽ سرور جي سر زمين
رهي آهي. هن جي انچ انچ مان ملڪ جي حب ۽ پيار جا نغما ڦٽي
ڦٽي نڪتا آهن، جن هتي جي ماڻهن کي پنهنجي وطن عزيز سان
رومانوي طرح وابستہ ڪري ڇڏيو آهي، انهي ڪري هي پنهنجي
ديس کي عارضي طرح ٿي ڇڏڻ لاءِ تيار نہ آهن.

پيو سبب ته هي حقيقت آهي ته، سنڌ جا ماڻهون ڪنهن وقت ڏيساور ۾ وڃي واپار ڪندا رهيا آهن. اهو وقت هيو جڏهن سنڌ جا ساموندي ٻيڙا درياءَ ۽ سمنڊن جون ڇاتيون چيري، هسپانيا ۽ آفريڪا تائين پهتا، فلسطين ۽ مصر سان واپار ڪيائون. ڏور اوڀر تائين پنهنجو علم ۽ هنر، فن ۽ فڪر ونڊيائون ۽ ورڇيائون. توهان شاهه جو سر ساموندي پڙهي ڏسو ته اهو به وقت هوندو هيون، جڏهن عام ويلي، سنڌ جون عورتون پنهنجي ساهڙن جي پلئه سان پرڏيهه ڏين کي ڏيکي سنڌ دريا جي ڪنارن تي ٻاسون ٻاسينديون هيون. جن لاءِ شاهه صاحب چيو آهي.

سر لوهيڙا ٿيا، ڪسر نسريا.
تو ڪڏهن وسريا ڏولها ڏينهن اچڻ جا.

يا ٻي جاءِ تي چئي ٿو

سر نسريا پاند اتر لڳا آءُ پرين!
سون تو ڪاڻ ڪاندڙ، سهين سڪائون ڪيون.

ان مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جا ماڻهو سالن جا سال ٻاهر رهي، سياري جي شروعات ۾ واپس موٽندا هيا. جن جي اچڻ جو انتظار درياءَ جي ڪپر تي بيٺل وڻن جي اڻ ڇوٽل اکڙين ۾ آس جا ڏيپ جلائيندو هو. پر پوءِ جڏهن سنڌ جي سر سبز ميدانن فاتحن لاءِ ڪشش پيدا ڪئي ۽ سو ايراني سامراج جي صورت ۾ ڪڏهن يوناني سپهين جي روپ ۾ ڪڏهن ڏاڙيلن جي رنگ ۾، ڪڏهن ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي بدمعاشين جي رنگ ۾ سنڌ تي ڪڙڪندا رهيا ۽ سنڌ جي ماڻهن ڏيساور مان جڏهن به واپس اچي ڏٺو ته هن جا سرسبز ميدان رت سان ڀريا پيا هئا. گهر ڊٺل هيا، اناج جا گودام ڦلمار جي ڍيرن ۾ تبديل ٿيل هئا، ۽ زندگي جي هر شي تهه و بالا ٿي وئي هئي. ته هنن ٻاهر وڃڻ کان ٿي بس ڪئي ۽ پنهنجي سر زمين ۽ گهرن مان انهن

ڇنبڙي پيا جيئن سياري جي رات ۾ ننڍڙو ٻار ماءُ جي گرم هنج سان ڇنبڙي پوندو آهي. هنن وچن ڪيو ته ٻاهر رهڻ کان بهتر آهي ته گهٽ ۾ گهٽ اهڙي مصيبت جي وقت ۾ گهرن ۾ رهي، راءِ سهرس وانگر وطن جي عظمت لاءِ ڪنڌ ته ڪٽائي سگهون، يا دريا خان ٻنجي، سر جو نذرانو وطن جي ديويءَ کي ڏان ڪري سگهون. اهوئي سبب آهي ته هنن وطن کان ٻاهر وڃڻ ڇڏي ڏنو. نفسيات جو اصول آهي ته ماءُ پيءُ جا احساس ۽ جذبا شعوري يا غير شعوري طرح اولاد ۾ منتقل ٿيندا رهندا آهن ۽ اهو وطن نه ڇڏڻ جو جذبو ورثي طور سنڌ جي هن نسل تائين به باقي آهي.

جڏهن ماڻهو پنهنجي آزادي حاصل
ڪرڻ لاءِ پڪو ارادو ڪندا آهن ته
پوءِ هو هن طرح به وڙهندا آهن جو هوائي
جهازن تي پٿر اڇلائيندا آهن ۽ ٽينڪن
کي هٿن سان اونڌو ڪندا آهن.

فيڊل ڪاسٽرو

# شـــام

سنڌ يونيورسٽي شاگرد سنگت طرفان
ملهايل سنڌي شام ۾ ڪيل تقرير

جنهن وقت چراغ شام ٻري، ۽ ميخاني ۾ جام ٻري،
تنهن وقت اسانجو پنڌ پري، پنهنجو ٻه ٻرانو آ پيارا!

صدر محترم ۽ نوجوان سائيوا جئي سنڌ!
آءٌ هڪڙي ڳالهه شروع ۾ ئي واضح ڪرڻ چاهيان ٿو ته آءٌ ڪابه سياسي تقرير ڪانه ڪندس.

جيتوڻيڪ سون کي خبر آهي ته هن وقت اسان تاريخ جي انتهائي نازڪ دور مان گذري رهيا آهيون. ان لاءِ نوجوان جدوجهد ڪن پياه ان تي ڪافي ڪجهه ڳالهايو ويو آهي ۽ اسان جا ڪيترا بزرگ ويٺا آهن جڪي ان تي ڳالهائيندا. آءٌ هڪ ٻه ڳالهه سمجهائيندس. ڀهريان ته اسان اڄ سون مياڻي جي شام ملهائي رهيا آهيون.

بنارس جو صبح ڪونه پيا ملهايو. شام صبح جو پيغام آهي! شام زندگي ۾ هلچل ۾ اهو وقفو هوندو آهي، جيڪو تياري لاءِ موقعو ميسر ڪندو آهي. شام زندگي جي هلچل کان پوءِ ٿورو وقت سڪون سان گهارڻ جو موقعو آهي. اها شام جنهن جو تصور پين وٽ الائي ڪهڙو هجي، پر سون وٽ سنڌ جي شام جو هڪ نرالو تصور آهي.

دوستوا جي سائين‌ايم سيد هن اسٽيج تان تقرير ڪندي چيو ته سنڌي نوجوانن سان شام ملهائڻ ياقوتي ڪائڻ جي برابر آهي. ان وقت سون انهي جملي جو مطلب پيو ڪجهه سمجهو، پر رات ڪان وٺي، اڄ هتي ويهي سون انهيءَ جملي جو مطلب پيو ڪجهه سمجهو هو. انهيءَ وقت سون سمجهو هيو ته سنڌي شاگرد وسنڌي نوجوانن سان شام‌ملهائڻ ايتري قدر ته قوت ۽ طاقت بخشي ٿو. جهڙو سائنهو ياقوتي ڪائي ميدان ۾ آيو هجي. پر اڄ آءٌ اهو سوچڻ تي مجبور ٿيو آهيان ته سنڌي نوجوانن سان شام ملهائڻ، انهن سان خطاب ڪرڻ لاءِ انهن سان حال اورڻ ۽ کين پنهنجي قومي سٿني کان واقف ڪرڻ لاءِ ايتري ته سگهه جي ضرورت آهي جو سائنهو ياقوتي ڪائي پوءِ اسٽيج تي اچي. اوهان ڪالهه کان وٺي تقريرون ٻڌيون آهن، سنڌ جي آزادي جي

جدوجهد کي تيز ۽ تکو ڪرڻ لاءِ تجويزون ۽ تدبيرون پڌيون آهن، پر مون کي افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته توهان پنهنجي قومي مسئلن کي پڌڻ ۽ انهن کي حل ڪرڻ جي سلسلي ۾ قطعي سنجيده نه آهيو. مون توهان کي سائين جي سالگره تي به هڪ واقعو پڌايو ۽ اڄ به پڌايان ٿو ته جڏهن ڪينيا ۾ جوموڪينتا جي سربراهيءَ ۾ سائو سائو تحريڪ شروع ٿي، انهي وقت انگريزن ڪينيا جي رهنمائن کي لنڊن ۾ گهرائي، سائن مذاڪرات ڪرڻ گهريا، ڪينيا جا رهنما جڏهن لنڊن جي هوائي اڏي تي لٿا، ان وقت الف اگهاڙا هيا. اخباري نمائندن کائنن پڇيو ته چا توهان وٽ ايترو ڪپڙو به ڪونه هيو جو اوهان پنهنجو بدن ڍڪي اچو؟ ۽ اگهاڙا اچي پنهنجي ملڪ جي ذلت جو سبب بڻيا آهيو. اخباري نمائندن جي انهيءَ سوال تي آفريڪي نمائندن جواب ڏنو ته اسان وٽ ڪپڙا نه هيا. اسان ڪپڙا پائي پڻي سگهيا هئون پر جيئن ته اسين پنهنجي قوم جي نمائندگي ڪري رهيا آهيون، انهيءَ صورت ۾ اسان دنيا وارن کي ڏيکارڻ ۽ پڌائڻ چاهيون ٿا ته سامراجي ايڏا ته بدمعاش آهن ۽ ايتريقدر لٽيرا ۽ ڦورو آهن، جو هنن اسان جي قوم جي جسم تان ڪپڙي جو آخري ٽڪرو به لاهي ورتو آهي ۽ هنن کي انهن اگهاڙو ڪري ڇڏيو آهي جيئن اسان اڄ آهيون.

سائيو! توهان به غلام قوم جا فرد آهيو. اوهان کي گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي قومي غلامي، ذلت پستي ۽ پيڙائن جو احساس ته هئڻ گهربو هيو شاهه صاحب چيو آهي ته

سارين ماريس ڪينڪي، مارن مونجهه مياس

مون کي ڪڙن ڪوڙن نه ڪونه ماريو آهي، عمر جي زندان ۽ زنجيرن ته ختم نه ڪيو آهي، مون کي سارين ۾ بند ڪيو ويو آهي، تنهن سان سان مايوس نه آهيان، پر مارن ۾ جيڪا منجهه، جيڪا مايوسي، جيڪا غفلت ۽ لاپرواهي آهي، تنهن منهنجي جسم کي جهوري ڇڏيو آهي، تنهن منهنجي قوت ارادي کي لوڏي ڇڏيو آهي، تنهن مون کي آزادي جي احساس جي باري ۾ شڪي ڪري ڇڏيو آهي، ان ڳالهه جو ڪو شڪ ناهي ته اسان غلام آهيون، مجبور ۽ مظلوم آهيون، غلام دنيا جي تختي تي پيا هئا ۽ آهن، پر قومن تي به ظلم ۽ جبر ٿيندا رهيا آهن. ۽ ٿين پيا. مون تازو هڪڙي ڪتاب

۾ پڙهو ته ڪانگو ۾ جڏهن لوممبا اقتدار ۾ آيو، ان وقت اتان
بيلجيم رهاڪو خوف کان ڀڄڻ لڳا. سندس حالت اها هئي جو زال
کي مڙس جو فڪر ڪونه هيو، ماءُ کي ٻار جي ڳڻتي ڪانه هئي،
پاڻ کي پهچ لاءِ تشويش ڪانه هئي. سي افراتفري جي عالم ۾ ڀڄي
رهيا هئا، ته چند شيدي بيٺا هيا، جيڪي هنن تي ڪليا، شيدين جي
انهيءَ ڪلڻ تي هڪ غيرملڪي سيلاني انهن کي چيو ته ڪنهن انسان جي
مجبوري ۽ بيوسي تي ڪلڻ انسانيت جي توهين آهي. انهن چيو ته
انهيءَ وقت ۾ انسانيت جي توهين ڪان هئي، جڏهن هنن ئي ڪنارن
تان اسان جي ابن ڏاڏن کي اوهان غلام بنائي، بحري جهازن ۾ ڪئي
آمريڪا، فرانس، جرمني، اٽلي ۽ اسپين ۾ وڪيو. ان وقت اهو مذاق
ڪونه هيو، جڏهن اوهان اسان جي سينن تي گوليون هلايون. ان وقت
انسانيت جي توهين نه هئي، جڏهن يورپي فوجن بوٽن سان اسان جا
مٿا چيچري ڇڏيا. ان وقت اها انسانيت جي بيعزتي نه هئي، جڏهن
اوهان اسان جي وات جي گرهه کان وٺي بدن جي ڪپڙي تائين يورپ
۾ ميڙي ڪئي ويو. ان وقت اها انسانيت ڪٿي هئي جڏهن آفريڪا
جي صحرائن کي اوهان هن سرزمين جي فرزندن جي رت سان لاله زار
بنايو. ان وقت اها انسانيت ڪيڏانهن مري وئي هئي، جڏهن اسان
جي سر سبز ۽ شاداب کيتن ۾ توهان پنهنجون ٽينڪون هلايون؟ ان
وقت اها انسانيت ڪٿي هئي، جڏهن ڪنهن يورپي عورت ڏانهن
ڏسڻ جي جرم ۾ اسان جون اکيون ڪڍيون ويندون هيون؟ ۽ اڄ
اوهان کي انسانيت جي ياد آئي آهي، جڏهن هن ڌرتي جو اصلي انسان
پوري طاقت سان اهو ڪجهه توهان ڏانهن موٽائي رهيو آهي، جيڪو
توهان کين ڏنو هيو. اڄ هي ماڻهو جيڪي اوحور (آزادي زنده باد)
جا نعرا هڻي اٿيا آهن، جن جي رڳن ۾ صدين جو وحشي خون جوش
مان ڌهڪڻ لڳو آهي، سي توهان جي انسانيت نوازيءَ کي چڱي طرح
سڃاڻن ٿا ۽ اوهان جي تهذيب کي پوري ريت ڄاڻن ٿا. ته دوستو!
هي قومون جن آزادي جو تصور ئي نه ڪيو هيو، تن ۾ جڏهن
غلامي جو احساس پيدا ٿيو ۽ سندن جسم تي ذلت جا لڱل ڏسبي
چڪڻ لڳا، ان وقت انهن جي فاتحانه يلغار ۽ بهادرانه جدوجهد کي
پوري يورپ ۽ آمريڪا جا ائٽم بم ميزائيل ۽ ٽينڪ به روڪي نه
سگهيا. اسان ۾ جيستائين غلامي جو احساس پيدا نه ٿيو آهي، ان وقت

تائين اسان جي ڊڪ ڊوڙ، جدوجهد ۽ هلچل اجائي ۽ بيفائده آهي.

ٻي ڳالهه! دوستو ۽ سائيو! جيئن مون اوهان کي عرض ڪيو ته شام، زندگي جي هلچل لاءِ هڪ وقفو آهي، ساهي آهي ۽ ٿڪ ڀڃڻ لاءِ موقعو آهي، شام من جي علامت آهي. شام جي وقت دشمن جون فوجون هڪ ٻئي کان ڌار ٿي وينديون آهن، جيئن رات جي وقت ڏکال فوجون آرام ڪري سگهن. اسان اهو امن ان وقت وڃايو هيو، جڏهن سڪندر يوناني اسان تي حملو ڪيو. اسان اهو امن ان وقت وڃايو هيو، جڏهن ايراني سامراج سان سڪران وٽ وڙهندي، سنڌ جو سورهيه مهاراج سيرس شهيد ٿي ويو. اسان اهو امن ان وقت وڃايو هيو، جڏهن وچ ايشيا سان عرب حملو ڪري آيا هئا ۽ اروڙ ۾ شام جي وقت پرندڙ ڏيئا ٻري پڙڪو ڪان وسامي ويا هئا، اسان اهو امن ان وقت وڃايو هو. جڏهن دريا خان ٺٽي جي حفاظت ڪندي، ارغون ڪتن جي جارحيت ۽ فريب جي پنجوڙ ۾ ڦاسي پيو هيو. اسان اهو امن ان وقت وڃايو هيو جڏهن روپا ۾ روح ۽ راڙو مٺو هيو. اسان اهو امن ان وقت وڃايو هيو؟ جڏهن مياڻي جي ميدان ۾ هوشو شيدي ”مرويسون مرويسون پر سنڌ نه ڏيسون“ جو نعرو هڻندي جان ڏني هئي، پر آڻ نه مڃيائين. اسان اڄ انهي امن کي ڳولڻ جي لاءِ گڏ ٿيا آهيون ۽ انهي سون مياڻي جي ياد تازي ڪرڻ لاءِ اچي مڙيا آهيون، جيڪا ست رنگي سانجهي هئي ۽ ڪنهن به ڌارئي جي، ڏنپ هن سرزمين تي نه هئي. اسان اڄ چاهيون ٿا ته هيءَ سر زمين ڌارين جي قبضي ۽ تسلط کان آزاد رهي. ڪنهن ڌارئي جي هتي ڌاڪ نه هجي، ڪوبه لٽيرو سنڌ جي ساڻهو جي گذران جي وسيلن تي ڌاڙو نه هڻندو هجي ۽ سنڌ هتي جي عوام جي قبضي ۽ ڪنٽرول ۾ هجي ۽ اسان جا پير هن سر زمين تي مضبوط هجن. اسان ۾ دوست ۽ دشمن جي سڃاڻپ جي سمجهه هجي ۽ اهو دور وري اٿيون جنهن دور ۾ سنڌ جا بحري ٻيڙا سمنڊن ۽ درياهن جون چاڙهيون چيري اسپين ۽ آفريڪا پهچندا هيا، سنڌ جي موسيقي جون لهرون يورپ تائين پهچنديون هيون. جڏهن شام ويلي سنڌ جون وڻيون سنڌوءَ جي ڪناري تي ڏيئڙا ٻاري اوسيئڙي ۽ انتظار سان جهونگارينديون هيون ته.

سر لوهيڙا ڳيچا ڪسر نسريا، تو ڪيئن وسريا ڍوليا ڏينهن اچڻ جا.
سر نسريا پاند، اتر لڳا آچرين! مون ڏوڪارڻ ڪ ملهسين مکائون ڪمون

انهيءَ شام جي تلاش ۾ اسان ڪڏهن اروڙ ۾ رت هاريو، انهيءَ شام جي تلاش ۾ اسان ڪڏهن مخدوم بلاول بڻجي، گهاڻي ۾ پيڙيا واسين، انهيءَ شام جي تلاش ۾ اسان ڪڏهن ننگر جهڙا نينگر بڻجي، نينهن جو ناتو نڀايو ۽ وطن جي بچاءَ جي لاءِ ڪوٺن سان ڪيل قول پاڙياسين، انهيءَ شام جي تلاش ۾ اسان ڪڏهن سائين جو سان ٿڌانهون ڪيو ۽ انهي ئي شام جي تلاش ٿئي، جنهن اسان ڪان هيمون جي روپ ۾ ڦاس تي به جيئي سنڌو ديش جا نعرا هڻايا.

ٽين ڳالهه :- قريشي صاحب سامراجي ملڪن ۽ قومن جون به پاليسيون هونديون آهن، هڪڙي پنهنجي ملڪ لاءِ ۽ ٻي سندن غلام ملڪن لاءِ پنهنجي ساڪ اندر هنن جي پاليسي انصاف جمهوريت، رواداري ۽ انسانيت دوستي واري هوندي آهي ۽ ننڍڙن غلام ۽ محڪوم ملڪن لاءِ هنن جي پاليسي جارحانه ۽ وحشانيت سان ڀرپور جذبي تي مبني هوندي آهي. آمريڪا ۾ جڪڏهن واٽر گيٽ اسڪينڊل جهڙو معمولي واقعو ٿي پوي ته صدر نڪسن کي استيعفا ڏيڻي پوي، پر جيڪڏهن آمريڪا کي ويٽنام ۾ چاليهه لک انسان مرڻا پون ته ان تي آمريڪا جي انسانيت دوستي تي ڪوبه اثر نه ٿو پوي. فرانس ۾ مزدورن ۽ شاگردن جي معمولي بيچيني موسيو ڊيگال کي استيعفا ڏيڻ تي مجبور ڪري، پر الجزائر ۾ ڏه لک عربن جو قتل عام ڊيگال لاءِ ڪنهن به خطري جو سبب نٿو بڻجي. يو گنڊا ۾ برطانيه جو معمولي پروفيسر قيد ٿي پوي ته پوري برطانيه ۾ تڙٿلو مچي وڃي، پر سو سالن تائين برطانوي سامراج پوري دنيا کي قيد ڪيو ويٺو هجي ته اهو ڪو غيرمعمولي واقعو ناهي. بنگلا ديش ۾ پنجابي فوج قيد ٿئي ته پوري پاڪستان ۾ صف ماتم وڇائجي وڃي، پر انهيءَ سر زمين تي جيڪڏهن ۳۰ لک بنگالين جا بي غور و ڪفن لاش اسان جي مسلماني تي ماتم ڪندا رهن ته به اسان کي ڪا پرواه ڪانهي. بينجم جا رهاڪو جيڪڏهن اتي آفريڪا کي لتاڙيندا ۽ پيليندا وتن ته اهو سندن جائز حق شمار ڪيو وڃي، پر آفريڪا جي عظيم ليڊر لومبا ريلوي جي ڪلارڪي تان انهيءَ ڪري برطرف ڪيو وڃي ته هن جي ڪاتي سان معمولي گهٽ پي نڪري. لومبا ريلوي ۾ ڪلارڪ هوندو هيو، بيلجم وارن ڪيس بدعنواني ۽ رشوتخوري جي الزام ۾

برطرف ڪري ڇڏيو، پر آفريڪا جي عظيم عوام پنهنجو وٽ ڏئي ثابت ڪيو ته لوممبا توهان اسان جو ليڊر آهي، بدعنوان توهان نه آهيو پر بيلجم وارا آهن.

ساڳي حالت هن ملڪ ۾ پنهنجي پنجابي سامراج جي آهي. اردو جو شاعر راشد جيڪڏهن مري ويو ۽ مرڻ وقت وصيت ڪري ته سندس جنازي نماز نه پڙهي وڃي ۽ سندس لاش پورڻ جي بجاءِ ساڙيو وڃي، ته ان جي باوجود پاڪستان ٽيليويزن ۽ ريڊيو تان ڏينهن تائين هن جي ماتم ۾ پروگرام نشر ڪن، پر سنڌ جو شاعر نياز همايوني جيڪڏهن ايئن چوي ته

دين ڌرم جي ڏوکي لڳجي، نيٺ اسان اڪ ڪوڙي اڇي،
سنڌ سوا ڳالهه نه ڪندي پنهنجي سانڀون ڪوڙي اچي.

ته سندس ڪتاب ضبط ڪيو وڃي ۽ ڪيس ڪافر هجڻ جو سرٽيفڪيٽ ڏنو وڃي. جيڪڏهن اداڪار جو نمائندو، جيڪو رات هتي موجود هيو، سو هتي موجود هجي ته آءٌ ڪانئس ايترو معلوم ڪرڻ چاهيان ٿو، ته تنهنجو مطالعو ۽ مشاهدو ايترو ته تيز آهي، جو توهان بند ڪمرن جون خفيه ميٽنگون پڙهيو ويٺا، توهان انهن جا معلوم ڪريو ويٺا ۽ توهان سنڌ جي سرحدن تي خيمي ميڙيگواڙ جي هلچل کي تاڙيو ويٺا. پر توهان هن سر زمين جي فرياد نٿو ٻڌي سگهو؟ توهان هتي جي قوم جي اندر جون آهون ۽ دانهون نٿو ٻڌي سگهو؟ توهان هن ڌرتي جي ڇيڙخاني تاريخ ڏانهن ڌيان نه ڏنو آهي، تو هتي جي عوام جي بکين پيٽن ڏانهن نه ڏٺو آهي. تو هتي جي ڏتڙيل انسانن جي اندر ۾ جهاتي پائي سور ۽ پور نه جاچيا آهن، تو هتي جي سنڌي ڪتابن جي جليل قلهار کي نه ڏٺو آهي. لاهور ۾ ڪنهن پوليس اسٽيشن تي جيڪڏهن ڪنهن پنجابڻ جي سٿڻ تان پوتي لهي ٿي ته تنهنجو قلم فورن حرڪت ۾ اچي ويو، پر جڏهن سنڌي ورڪرن جي سائن ۽ پيرن جي چوٽين ۾ رسا وجهي ۽ سندن پوڙهن پيءُ جي ڳچين ۾ پٽڪا وجهي، ٿاڻن ۾ بند ڪيو وڃي ته اهو تنهنجي لاءِ ڪو مسئلو ڪونهي. انهي ڪري جو توهان سامراجي ذهنيت جو نمائندو آهيو. توهان حاڪمن طبقن جو فرد آهيو ۽ توهان مستقل مفاد جو سانڍاري آهيو.

هن ملڪ ۾ پنجابين ۽ پناهگيرن لاءِ هڪڙي پاليسي مرتب ٿيندي رهندي آهي ۽ سنڌين لاءِ بي هتي پناهگير ۽ پنجابي قاتلن کي به نه ڇڏيو ويندو آهي. پر حق گهرڻ جي پاداش ۾ مولا بخش لغاري جي سهري کي گرفتار ڪيو ويندو آهي، عبدالواحد جي ڀيءَ ۽ پاڙن کي پڌو ويندو آهي، اسماعيل جي پاڙن کي هٿڪڙيون هنيون وينديون آهن، شاه محمد جي ماسي کي ڪاٺ ۾ وڌو ويندو آهي. جرم جيڪڏهن ڪيو آهي ته اسان ڪيو آهي، اسان جي مائٽن ته ڪونه ڪيو آهي. اسان جي مائٽن جو ڏوهه ۽ گناهه صرف اهو آهي، جو انهن اسان کي جنم ڏنو آهي، جيڪڏهن اهو ڏوهه آهي ته هن غلامي واري دور ۾ هن ذلت ۽ پستي واري زماني ۾ هر ماءُ باغي پار کي جنم ڏيندي رهندي ۽ هر پيءُ پنهنجي باغي پٽ کي پينگهي ۾ لوڏيندي رهندي ۽ هر ڀيڻ باغي ڀاءُ کي هلڻ سيکاريندو رهندو..........!!

چوڻين ڳالهه: نه صرف اسان کي پنهنجي حقن لاءِ آواز اٿارڻ تي بندش آهي، پر اسان جي پنهنجي پوري تاريخ به پڙهڻ نه ٿي ڏني وڃي ۽ اسان جي صحيح تاريخ کي بگاڙڻ جي مسخ ڪرڻ جي، هيٺ ڪرڻ جي منظم سازش تحت ڪوشش ڪئي پئي وڃي. اعجازالحق قدوسي تاريخ سنڌ نالي اردو ۾ ڪتاب لکيو آهي، جيڪو مرڪزي اردو بورڊ طرفان لاهور مان شايع ڪيو ويو آهي. قيمت ٣٠ روپيه اٿس. انهي ڪتاب ۾ تاريخ دان لکي ٿو ته مخدوم بلاول هڪ الله لوڪ فقير هو، هو عبادت ۽ رياضت جو وڏو پابند هيو، هن جو مقبرو مڪلي تي شيخ حماد جمالي جي تڙ ۾ آهي. انهيءَ تاريخدانن کي ايتري به خبر ڪانهي ته مخدوم بلاول جي قبر ڪٿي آهي؟ حالانڪ دادو جي ٻار ٻار کي خبر آهي ته مخدوم بلاول جي قبر باغبان ۾ آهي. انهيءَ طريقي سان جيڪڏهن اسان جي تاريخ کي بگاڙڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ته ميانڪي ڪو اٿر جهڙو مورخ انهيءَ بحث جو عبرت اخبار ۾ آغاز ڪندو ته مخدوم بلاول جي قبر ڪٿي آهي ۽ ان نالي سان ڪو سنڌ ۾ ماڻهو به هو يا نه؟ جيئن ڪجهه وقت اڳي ڊاڪٽر بلوچ ۽ پير علي محمد راشدي جو بحث هليو هو ته هوش محمد جي قبر ڪٿي آهي.

ان ڪان سواءِ هڪ منظم منصوبي تحت اسان کي پنهنجن تاريخي همرن کان ڪٽيو وڃي ٿو. اسين جيڪڏهن مهاراجه ڏاهر جي عظمت

جو ذڪر ڪريون ٿا ته ڊاڪٽر بلوچ ڪاوڙيو ٿو وڃي ته ڀائي! ڏاهر
جو ذڪر ڇو ٿا ڪيو؟ آءٌ عرض ڪرڻ چاهيان ٿو ته ڏاهر جو ذڪر اسان
لاءِ پنهنجي قومي وجود کي باقي رکڻ جي علامت آهي. نبي صلعم نوشيروان
جي وقت ۾ پيدا ٿيا هئا ۽ پاڻ سڳورن فرمايو هيو ته خدا جو شڪر
آهي جو مان عادل بادشاهه جي وقت ۾ پيدا ٿيو آهيان. نوشيروان
مسلمان ڪونه هيو، پر باهه جو پوڄاري ڪافر هيو. جيڪڏهن رسول
پاڪ جي پوڄاري جي تعريف ڪري سگهي ٿو، ته اسان پنهنجي
قومي هيري ڏاهر جي تعريف ڇو نه ٿا ڪري سگهون.

ان کان سواءِ پاڪستان وارا رات ڏينهن هوچي منهه جي تعريف
جا گيت ڳائيندا رهن ٿا، آءٌ صرف ايترو پڇڻ چاهيان ٿو جيڪڏهن
ڏاهر ڪافر هيو ته هوچي منهه ڪهڙو احرام ٻڌي ڪعبي مان ٻاهر
نڪتو هيو؟ شهنشاهه ايران جيڪڏهن پنهنجو اڍائي هزار ساله جشن
ملهائي، ته اسلامي جمهوريه پاڪستان جو سربراهه ان ڪافر بادشاهه
جي جشن ۾ شريڪ ٿئي، پر جيڪڏهن اسان ڏاهر جو نالو وٺون ته
اسلام خطري ۾ پئجيو وڃي.

ان سواءِ نبي صلعم جو چوڻ آهي ته بهترين جهاد ظالم حاڪم
کي سچ چوڻ آهي. جيڪڏهن ابن قاسم ۾ واقعي ڪا غيرت هئي ته
هو حجاج بن يوسف کي حق چئي ها، جنهن حجاج ڪعبي جون ديوارون
ڊهرايون، عبدالله بن زبير کي ڪهي ان جو لاش رستي تي ٽنگائي ڇڏيو،
۽ مولانا آزاد جي لکڻي موجب جنهن ماڻهو هڪ لک اٺاويهه هزار
انسان بنا جنگين جي قتل ڪرايا هجن. محمد بن قاسم اهڙي ظالم
کي ته حق چئي نه سگهيو پر ڏاهر سان جهاد ڪرڻ لاءِ ٽنڪو ٻڌي
نڪتو، آءٌ ته اڃا وڌي ايترو چوندس ته محمد بن قاسم اهڙي
حڪومت جو چاڙتو هيو، جنهن جي ڀرين سر رسول الله صلعم جي
جي ڏوهٽي امام حسين جي لاش تي رکي وئي هئي-

ٿوري دير لاءِ اسين ڏاهر کي ڇڏيون ٿا پر اسان جيڪڏهن
شاهه بيگ ارغون جهڙي لعنتي جي مذمت ڪيون، جنهن مخدوم
بلاول جهڙي انسان کي گهاڻي ۾ پيڙايو ته ”نوائي وقت“ اخبار
ايڊيٽوريل لکي، ته نظريه پاڪستان کي خطرو. اسين جيڪڏهن فيروز شاهه
تغلق جي مذمت ڪيون ته علي نواز جتوئي ڪاوڙجيو پوي، اسين
جيڪڏهن چام ٻچي کي پنهنجو هيرو سمجهون ته جسارت اخبار مضمون

نڪي ته اسلام خطري ۾ پئجي ويو آهي صرف ايترو چوڻ تي چاهيان، نيڪ آهي ڏاهر ته واقعي ڪافر هيو، پر درياخان ته مسلمان هيو، ان تي مسلمانن جو حملو ڪيو؟ ڄام ننڍو ته مسلمان هيو، ان تي تغلقن جو حملو ڪيو؟ سومرا ته مسلمان هيا، انهن تي علاؤالدين جو ڪاهه ڪئي؟ ۽ اڄ به اسان سنڌي مسلمان آهيون، توهان يوپي، سي پي، بهار ۽ اوڙيسا مان ڪنهن وٽي، ڇو پيا سنڌ جي زمين کي ڀيليو؟ توهان جي انهن روش کي ڏسي انصاف پسند مورخ اهي چوڻ تي مجبور ٿيا آهن ته توهان جا سڀ حملا ۽ ڪاهون صرف دولت گڏ ڪرڻ مال ميڙڻ ۽ انسانن کي غلام بنائڻ لاءِ هيا ۽ آهن، بس ـ !

جيئن ته آئون سياسي تقرير نه پيو ڪيان، ان ڪري گورڪي جو قول اوهان کي پڌائيندس. گورڪي لکيو آهي ته ته "جيڪڏهن مون کي ڪٿان ننڍي خوشي به ملي ته آءٌ ان کي قبول ڪرڻ ۾ مسرت محسوس ڪندس. پر آءٌ ننڍڙي خوشي لاءِ پنهنجي خواهش نه ڪوندس." ساڳي طرح اسان جي به ننڍڙي خواهش ننڍڙي خوشي ننڍڙو مطالبو آهي، اهو هي ته هن سر زمين تي سنڌ جي عوام جي مرضي مطابق ڪين ٿي حڪومت ڪرڻ جو حق ڏنو وڃي. هتي يونانين، ايرانين، ارغونن، ترخانن، تغلقن، خلجين، مغلن، انگريزن پنجابين، پناهگيرن ۽ پٺاڻن راڄ ڪيو آهي، هاڻ صرف هتي سنڌ جي هن دلير ۽ بهادر عوام کي راڄ ڪرڻ جو موقعو ڏنو وڃي.

جيئي سنڌ!

جڏهن عوام جون دليون جهالت ۽ وهم پرستيءَ سان ڀريل هونديون آهن، تڏهن انهن جي دلين ۾ خوف جو ماحول پيدا ٿيندو آهي. چالاڪ ۽ هوشيار ماڻهو اهڙين حالتن جو ناجائز فائدو وٺي مٿن قابض ۽ حڪمران ٿيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

جي - ايم سيد

# بقا جي جنگ

سائين جي - ايم سيد جي سالگره
تي مڪمل تقرير

صدر محترم ۽ پيارا سائيو جيئي سنڌ:-

هڪ سال گذرڻ کان پوءِ اڄ وري سنڌ جي سائين جي سالگره تي اچي گڏ ٿيا آهيون. هن هال ۾ ويٺل نوجوانن کي ڏسي انهن جون تقريرون ٻڌي ۽ نعرا سمجهي آءُ يقين سان چوان ٿو ته نوجوانن جو هي ٻي جگر ڪاروان زندگي، عمل، ۽ ارادي سان ڀرپور دليون ڪنهن صبح کي جنم ڏينديون. ڪا پرو پيدا ڪنديون ۽ هن سر زمين جي صدين کان ستل قسمت کي جاڳائڻ ۾ ڪامياب ٿينديون.
دوستو:- هن کان اڳ ۾ سنڌي شام جي موقعي تي مون عرض ڪيو هئو ته سامراج جون ٻه پاليسيون ٿينديون آهن. پنهنجي ملڪ ۽ عوام لاءِ هڪڙي پاليسي هوندي اٿن، ۽ قبايل ملڪ ۽ محڪوم قوم لاءِ لاءِ ٻي پاليسي. آمريڪا جي آمريڪي عوام لاءِ پاليسي ڌار آهي، ۽ ويٽنامي عوام لاءِ جدا. اڄ آئون اوهان کي سامراج جي قسمن جي باري ۾ ٻڌائڻ چاهيان ٿو. پر ان کان اڳ ۾ اها وضاحت ڪريان ته سامراج ڇاکي چئبو آهي.

سامراج هر انهي ملڪ، قوم ۽ گروه کي سڏي سگهجي ٿو، جيڪو ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ ٻئي ملڪ ۽ قوم تي قبضو ڪري ان کي پنهنجي بيٺڪ بڻائي. اتان جو ڪچو سال ڪڍائي پنهنجي ملڪ جي ڪارخانن ۽ واپار ۾ واڌارو ڪري ۽ تيار مال وڌي اگهه ۽ قيمت تي وري ساڳي محڪوم ملڪ ۾ غلام قوم کي وڪڻي. اهڙي طريقي سان ٻنهي قسم جي ڦر ماريت هلائي غلام ملڪ جي ماڻهن سان رت ۽ ست جو آخري ڦڙو به نپوڙي ڪڍي ڇڏي. انهيءَ سامراج جا ٽي قسم آهن.

١- پاڻ غلام بڻايل ملڪ ۾ فاتح بڻجي اچي ويهي رهي ۽ اتي جي عوام جي آزادي، ملڪيت، معيشيت ۽ دولت ڦري لٽي پاڻ سان گڏ آيل چند سپاهين، اميرن، درٻارين، ٻانهين ۽ قصيده گو شاعرن ۾ ورهائيندو رهي. جهڙي طرح مغل هندستان ۾ ڪيو. عربن اسپين ۾ ڪيو، ۽ ارغونن، ترخانن ۽ ٻين سنڌ ۾ ڪيو. انهيءَ صورت

۾ سامراج جو سرشتو پنهنجي اصلي سر زمين ۽ ملڪ سان بلڪل ڳنڍجي
ويندو آهي ۽ هو ڏاڍو بنجي ايندو آهي ۽ شهنشاهه بنجي سرندو
آهي. انهيءَ سامراج جي هڪ صورت ٻي به ٿيندي آهي. اها هي ته
هو لٽ مار ڪرڻ ايندو آهي، ۽ لٽ مار جو مال ڪٺي هليو ويندو
آهي، ملڪ وري به مقامي ماڻهن جي قبضي ۾ رهجي ويندو آهي.
جيئن تيمورلنگ، احمد شاهه ابدالي، نادر شاهه هندستان ۾ ڪيو ۽
جيئن خليجين پٺاڻن مدد خان سميت سنڌ ۾ ڪيو.

٢- سامراج جو ٻيو قسم اهو آهي جنهن ۾ سامراج پاڻ پنهنجي
ملڪ ۾ ويٺو هوندو آهي ۽ فوجي طاقت جي ذريعي ٻئي ملڪ تي
قبضو ڪري، اتي پنهنجو نظام ۽ نظريه رائج ڪري، مقامي ماڻهو جو
مال، ملڪيت، سون، هيرا، جواهر پنهنجي ملڪ ۾ ڪٺائيندو رهندو
آهي. ان لاءِ هو پنهنجي ملڪ جون فوجون، واپاري، مذهبي اڳواڻ
سول انتظاميه جا آفيسر ۽ تعليمي ماهر محڪوم ملڪ ۾ رکي حڪومت
ڪندو آهي. جيئن انگريز هندستان ۾، عرب سنڌ ۾، فرانسيسي الجزائر
۾، بلجيڪي ڪانگو ۾، ڊچ انڊونيشيا ۾ ۽ پورچوگيز انگولا ۾ رهيا.

٣- سامراج جي ٽين صورت جيڪا موجوده دور ۾ گهڻو ڪري
مروج آهي. سا هي آهي ته سامراج ملڪ ۽ قومون مقامي ماڻهن جي
معرفت ۽ انهن جي وسيلي دنيا جي اسرندڙ ۽ ايرندڙ ملڪن ۾ اقتصادي
امداد، فوجي معاهدن، ۽ ثقافتي عهدنامن ذريعي ڪري رهيا آهن. جيئن
آمريڪا، لاطيني آمريڪا جي ملڪن، فوجي معاهدن جي ميمبر حڪومتن
۽ ننڍين قومن سان ڪري رهي آهي. يا سنڌ جو ئي مثال ڪڍي وٺو.
هتي اسان وٽ ٻن قسمن جو سامراجي سرشتو چالو ڪيو ويو آهي.
هڪ ته پنجابي ۽ پناهگير سامراج وڏي تعداد ۾ سنڌ اندر آهي گهڙ ڪيو
آهي. جنهن سنڌ جي هر شي تي قبضو ڪري مقامي ماڻهن کي جانورن
واري زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيو آهي. پر ته به هتي حڪومت
حقيقت ۾ پناهگير پنجابي جنرل، ڦورو، غاصب، بدترين قسم جا
ظالم ڪري رهيا آهن. ليڪن مقامي وڏيري، پير ۽ ميڊ جي معرفت
اسان جي سامهون ظاهري طرح ته سنڌي ڳالهائيندڙ پڻ موجود آهن.
ليڪن اهي صرف اڳرين جا گڏا، ٻئي جي اشاري تي نچندڙ ۽ بي‌جان
پتليون آهن انهن جي پٺيان پناهگير سول انتظاميه ۽ پنجابي فوجي
جنتا جو مڪروه ۽ ذليل ذهن ڪم ڪري رهيو آهي.

ساسراج جي خلاف جدوجهد به جدوجهد ٿي آهي، جڏهن به آزادي
جو جهنڊو انساني هٿن ۾ ڦڙڪڻ لڳو آهي ساسراج جي سڀ کان
بدترين ۽ مشڪل صورت آزادي جي راهه ۾ رڪاوٽ ۽ رنڊڪ بڻجڻ
لاءِ مقامي ماڻهو واري حڪومت ثابت ٿي آهي. آزادي جي جنگ
جي هر مورچي، هر محاذ، هر ميدان ۽ هر اسٽيج تي مقامي مجاهدن
کي انهن چڱي برغلايو ويو آهي، لڳهو ويو آهي ۽ ڏوڪو ڏنو ويو
آهي ته توهان جو ماڻهو ئي ته حڪومت ڪري رهيو آهي. ڏسو
فلاڻي ڪامريڊ کي سيڪريٽري ڪيو ويو آهي. فلاڻي وڪيل کي
شرف ملاقات بخشيو ويو آهي، ۽ فلاڻي شاعر کي سياهه ۽ سفيد جو
مالڪ بڻايو ويو آهي. اهڙي طريقي سان آزادي جي تحريڪ ۽ حقن
جي جدوجهد کي ختم ڪيو ويو آهي. دنيا جا اهي بهادر ۽ دلير
انسان، اهي ڏاها ۽ سچار مجاهد جن پنهنجي ڌرتي سان پريت جي
ويت نڀائڻ جو قسم کنيو ۽ پنهنجي قوم جي ڏکن ۽ سورن سان پاڻ
کي انهن ملائي ڇڏيو جيئن چيٽ جي چانڊوڪي ۾ به ازل جون
اڃايل دليون ملي هڪ ٿي وينديون آهن. تن انهن سڀني حرين، چالاڪين
مڪارين ۽ فريب ڪارين جي واريءَ جي ڪوٽ کي اُلٽن سان ڊاهي
ديسي دلالن کي پنهنجي آقائن وٽ ڀڄي وڃڻ لاءِ مجبور ڪيو.
جيئن ڪمبوڊيا جي بهادرن لون نال سان ڪيو ۽ جيئن ڏکڻ ويٽنام
جي مجاهدن جنرل ٿيو کي ٿڏي ڇڏيو. اسان کي چيو وڃي ٿو ته پائي!
موجوده حڪمران ٽولو سنڌي آهي، انهي ٽولي خلاف ڳالهائڻ،
ڪڇڻ، احتجاج ڪرڻ ۽ ڪين بي نقاب بنائڻ سنڌ سان دشمني
جي برابر آهي. اسان جو جواب صرف هي آهي ته جيڪڏهن جنرل
ٿيه جي خلاف جدوجهد بغاوت نه پر حب الوطني جي مقدس جنگ
آهي، جيڪڏهن لون نال جي خلاف احتجاج ٿي نه پر هٿيار کڻڻ
ڪمبوڊيا جي سر زمين سان غداري نه پر لافاني محبت آهي. جيڪڏهن
شومبي کي ٿڏڻ ڪانگو سان دشمني نه پر لومبا جي مقدس رت جو
جو انتقام آهي ته پوءِ حڪمران ٽولي خلاف احتجاج ۽ هلچل ڏاهر
کان وٺي شهيد عبدالرزاق سوسري تائين جي عظيم انسانن جي رت جو
انتقام آهي بدلو آهي، ۽ سر زمين سنڌ جي تاريخي پڪار جو آواز
آهي ۽ اهو آواز هلندو رهندو، بلند ٿيندو ويندو، جيستائين اهو پوري
سنڌ ۾ طوفان ۽ گجگوڙ جي صورت اختيار نه ڪري، ساسراج ۽

اُن جي ايجنٽن کي پنهنجي انجام تي نه پهچائي.

هن وقت سنڌ هڪ اهڙي دور ۽ مرحلي ۾ زندگي ۽ موت جي چڪتاڻ ۾ مبتلا آهي. انهي صدين جي ستايل، وڍيل، چچريل ۽ چيپاڙيل سنڌ جو چئن ميدانن ۾ استحصال ڪيو پيو وڃي ۽ جڏهن به سنڌ جو باشعور ۽ باغيرت انسان انهي استحصال جي خلاف آواز بلند ٿو ڪري ته کيس ملڪ دشمن، وطن دشمن ۽ قوم دشمن سڏيو ٿو وڃي. پر اسان انهن الزامن کان بيپرواه ٿي عوام کي پڌائيندا رهيا آهيون ۽ پڌائيندا رهنداسين ته اهي ڪهڙا ميدان آهن ۽ ڪهڙا شعبا آهن جن ۾ سنڌ جو استحصال ڪيو پيو وڃي ۽ ڪير ٿو ڪري؟

پهريون:- سنڌي قوم جو استحصال لساني ميدان تي ڪيو پيو وڃي. سنڌي پريسن، ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن تي بندشون وجهي، اردوءَ جي بالا دستي ۽ حاڪميت هلائي پئي وڃي. اردو اخبارن کي قومي اخبارون قرار ڏئي انهن جي اشتهارن جو اگهه، سنڌي اخبارن جي اشتهارن کان چوٿو سٽي مقرر ڪيو ويو آهي. سنڌي ڪتابن جي انعام جي رقم اردو ڪتابن جي رقم کان اڻوڻي گهٽ مقرر ڪئي ٿي وڃي، ريڊئي ۽ ٽيليويزن تي سنڌي شاعري ڊرامه ۽ ڪهاڻي کي پيو درجو ڏنو وڃي. سنڌي ٻوليءَ کي ڪاليجن، اسڪولن، يونيورسٽين، ريڊئي، ٽي-وي، سنيما، سائين بوردن، نيم پليٽن ۽ رستن جي نالن جي معاملي ۾ ڪابه اهميت ۽ حيثيت نه ٿي ڏني وڃي. پاڪستان جي ٽي-وي کي پناهگيرن کي راضي ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو اهڙي ريت سنڌي زبان کي پنهنجي ملڪ ۾ بي وطن جيان بيحال بنايو ويو. هي. هتي اقبال ۽ غالب جهڙن درباري شاعرن کي لطيف ۽ خليفي نبي بخش کان مقبول درجو ڏئي، انهن جي بي سواد شاعريءَ کي عام ڪرڻ لاءِ بي دريغ پيسو خرچ ڪيو وڃي ٿو. پاڪستان ٽيليويزن تان غالب ۽ اقبال جا انگريزن جي ساراهه ۾ چيل قصيدا ته نشر ڪيا وڃن ٿا پر خليفي نبي بخش جا سنڌ جي عوام جي تعريف ۽ واکاڻ ۾ چيل شعر نشر نٿا ڪيا وڃن هتي ڪيترن ئي بادشاهن جي سولود خواني ڪندڙ امير خسرو کي ته اهميت ڏني وڃي ٿي پر سچل جهڙي هفت زبان شاعر کي ڀيڻوني ڪوٺ ٿو وڃي. اهو

سارو زبان جي معاشي ۽ استحصال يو - پي، سي - پي، بهار ۽ اڙيسه کان آيل پناهگير ڪري رهيو آهي.

ٻيو: ثقافت جي ميدان ۾ نه سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت کي اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ ختم ڪيو پيو وڃي. سنڌي عوام تي مغلن جي تهذيب کي اسلامي تهذيب جو نالو ڏئي مڙهيو پيو وڃي. هي عجيب ستم ظريفي آهي جو جهانگير جيڪو اسلامي شريعت مطابق حرامي ٻار هيو تنهن جي ثقافت نه اسلامي ثقافت ۽ لطيف ۽ سائين جي - ايم سيد جيڪي آل رسول آهن، تن جي ثقافت غير اسلامي آهي. مون جهانگير جي لاءِ حرامي لفظ استعمال ڪيو آهي سو ڪيني، حسد، دشمني وچان نه پر نيٺ مسلماني نقطہ نظر سان. جو نه اسلام ۾ ڪنهن به هندو عورت سان بغير مذهب بدلائڻ نڪاح جائز ڪونهي ۽ اهڙي عورت سان پيدا ٿيل ٻار حرامي ڪري ليکيو ويندو ان کي پيءُ جي ورثي، ترڪي، مان ڪوبه حصو نه ملندو ۽ هي ڳالهه سڀني تاريخدانن وٽ تسليم ٿيل آهي ته جهانگير سميت اڪثر مغل شهزادا هندو راڻين جو اولاد هئا جيڪي مغلن جي حرم ۾ بنا مذهب بدلائڻ جي رهنديون هيون. اهي مائٽيون جيڪي مغلن جي دور ۾ اسلام جي خلاف ورزي ڪري اهڙن حرامي ٻارن کي حڪومتون به ورثي ۾ ڏياريندا هئا، تن جيڪا تهذيب ۽ ثقافت تخليق ڪئي سا ڪنهن به صورت ۾ مسلم ثقافت سڏجڻ جي اهل ڪانهي، حقيقت ۾ مودودي کان وٺي ظفر قاسمي تائين سڀ حرامين جي ثقافت جا مبلغ ۽ علمبردار آهن، اهي اسان تي اسلام جي نالي کان اڳ پنهنجي مرضي جا فتوا ۽ وڌيڪ نعرا - اهي حرامين جي ثقافت جا علمبردار پناهگير، ثقافت جي ميدان ۾ اسان جو استحصال ڪن پيا.

ٽيون: سياسي ميدان ۾ اسان جو استحصال پنجاب ڪري رهيو آهي. هن وقت حالت هي آهي جو قومي اسيمبلي ۾ سنڌ، سرحد، بلوچستان سان قومي اسيمبلي جا سڀ ميمبر گڏجي به پنجاب جي قومي اسيمبلي جي ميمبرن کان گهٽ آهن اهڙي ريت آئيني طرح پنجاب جي حڪومت هميشه هميشه لاءِ اسان تي مسلط ڪئي وئي آهي. اهو جو هي جمهوري اصول آهي ته هر اهو ملڪ جنهن ۾ وفاقي

نظام حڪومت هجي ان ۾ آدمشماري جي بنياد تي صوبن کي نمائندگي ڏيڻ جي ڪابه گنجائش ڪانه هوندي آهي. اهو ان ڪري جو عددي اڪثريت جي بنياد تي هڪ صوبو پوري وفاقي انتظاميه جو مالڪ بنجي وڃي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن ملڪ اهڙي غلطي ڪئي به آهي ته اتي بيچيني جا سبب وڌيا آهن ۽ اهي سڀ ملڪ لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيا آهن. انهي ڪري اسان جو مطالبو آهي ته آدمشماري جي بنياد تي نمائندگي ڏيڻ بجاءِ قومي اسيمبلي ۾ برابري جي بنياد تي سڀني صوبن کي نمائندگي ڏني وڃي، ٻي صورت ۾ خراب نتيجا به نڪري سگهن ٿا. نه صرف اسيمبلي ۾ پر نوڪرين واپار، فوج، پوليس ۽ ٻين کاتن ۾ پڻ برابري وارو اصول تسليم ڪيو وڃي.

دوستو اهي چندگالهيون جي - ايم سيد جي فڪر جي روشني ۾ عرض ڪيون اٿم، وڌيڪ جي - ايم سيد [جي شخصيت تي سان چاگالهايان جڏهن ته سون جي - ايم سيد جي عظيم ۽ اڏول شخصيت تي غور ڪيو آهي ته پاڻ کي انهن سمجهو اٿم ته هڪڙو ننڍڙو ماڻهو هماليه جي چوٽي ڏانهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، هر ڏسندي ڏسندي سندس نظر ڪم ڪرڻ ڇڏيو ڏئي، پر هماليه جي چوٽي ڪيس نظر نه اچي سگهي. جي - ايم سيد ۾ هزارها خوبين سان گڏ، ٻه شيون تمام اهميت واريون آهن، پهرين هيءَ ته هن جي خودداري ۽ غيرت ايتري ته مضبوط ۽ فولادي آهي جو پاڪستان جو ڪوبه حڪمران جي - ايم سيد کي لالچ ڏيڻ جي جرئت نه ڪري سگهيو آهي. ٻي هو ايڏو ته بهادر انسان آهي جو هن جي رڳن ۾ ڊوڙندڙ رت ۾ ظالم جابر کان خوف جو ذرو به شامل ڪونهي. جي - ايم سيد هن ملڪ ۾ هميشه حڪمران ٽولن سان ٽڪر کائيندو رهيو آهي ۽ نتيجي ۾ جيڪي ڪجهه مٿانس وهيو واهريو آهي تنهن کي خنده پيشاني سان برداشت ڪندو پئي آيو آهي. پاڪستان جي ٻي ڪابه پارٽي ايتري اصول پسنديءَ جو ثبوت پيش ڪري نٿي سگهي. ڇا جماعت اسلامي اصول پسند آهي؟ جنهن معصوم بنگالين جي رت سان پنهنجون ڏاڙهيون رنگي، يحيلي خان جي هٿ ٺوڪي حڪومت ۾ وزارتون قبول ڪيون. ڇا نيشنل عوامي پارٽي، ايڏي اصول پسند آهي؟ جنهن قومن جي قاتل آنهن ٿي صحيح ڪري مولوين سان گڏ حڪومتون ورتيون، ڇا پهلز

ٻارني جنهن کي آئون اهڙو شراب خانو سڏيندو آهيان جتي عـام جي وقت عياش ماڻهو تفريح لاءِ اچي گڏ ٿيندا آهن، اصول پسند آهي.

آخر ۾ آئون اوهان سڀني جو ٿورائتو آهيان جو اوهان منهنجون ڳالهيون محبت جي ڪنن سان ٻڌيون.

چڱو جيئي سنڌ —

پورو ٿيو

قيمت : .

سنڌي قومي ڪتابي سلسلو.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٺي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)